



# سوره سنڌي ادب




## صاحب خان "سوره" ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

## فيض محمد فيض حيدري جا شايع ٿيل ڪتاب

01. اوچنگارون __ افسانا __ 1957ع __ صفحا __ 155

ڇپائيندڙ : مرتضيٰ پبليڪيشن حيدرآباد

محمّد اکرم پنهور



فرياد عورت مطالع هيٺ آيو. مصنف زبان نهايت اعليٰ لکي آهي، پر سوز ۽ درد ۾ انداز معلوم ٿئي ٿو. مصنف جي دل سچي نه آهي پر پگل آهي. سچي دل مان ٿيندو ڇا؟

اقبال فرمائي ٿو:-

تو بچا بچا کے نہ رکھ اسے ترا آئینہ ہے وہ آئینہ
کہ شکستہ ہو تو عزیز تر ہے نگاہ آئینہ ساز میں

سوسائٽي جي اڻ سمجھي ۽ خود روئي ۾ بي دردي جي بهترين تصوير چٽيل آهي.

م. ز طالب المولي

# پيش لفظ

## فرياد عورت

"فرياد عورت" سنڌ جي مشهور اهل قلم، اديب نوجوان ۽ سليم الطبع درويش صفت، مسٽر فيض محمد فيض حيدري جي جودت طبع جو ثمر شمار آهي. ڪتاب ۾ فرياد عورت طويل افسانو آهي، پر جي ياد ڇڏي محبت، سماجڪ جا سور، افسانوي رنگ ۾ هش ڪمل مختصر ۽ زنده واقعات آهن.

جو ڪجهه لکيو ويو آهي اهو افسانوي لباس ۾ آهي، در اصل اهي زنده واقعات آهن، جي موجوده معاشري ۽ سماج ۾ موجود آهن. عورت "مجسمه محبت مجسمه حسن و وفا" آهي ۽ مرد بي وفا، سنگدل،

جو غرض، مقصد ۽ معيار آهي، اهو نظريو صحيح آهي يا غلط، ان جو فيصلو اهي ڪري سگهندا. جي ٽيهر بابت دور سان گڏ رهيا هوندا، يا جنهن غور سان ”فرياد عورت“ کي مطالع ڪندا.

فرياد عورت، حقيقي طور عورت جي جذبات فرمانبرداري ۽ سچي سڪ ۽ محبت جي سچي تصوير آهي، منظر نگاري، تصوير ڪشي، محاڪات ۽ ڪمال پيش ڪيو ويو، سنڌي زبان ۾ ان طرز جو شاهڪار فيض صاحب پيش ڪري آهي ۽ تحسين جو مستحق ٿيو آهي.

فرياد عورت جي زبان نهايت مٺي، پختي، شسته ۽ شائسته آهي. انهن جا سنڌي ڪتاب لکندڙ زبان جي صحت، مضمون آفريني، عبارت جي خوش رنگي ۽ انداز بيان جي رنگيني ۽ وحدانيت جو ڪو خيال ڪيا ڪن. فرياد عورت جو هر هڪ افسانو هڪ وچڙيل دل جي دانهن آهي ڪا فراق جي سٽيل دل هجي جا هن رقت خيز ڪتاب کي پڙهي، ۽ انهن سورن کي سمجهي ۽ سهي! عرياني ۽ فحاشي کان مضمون پاڪ آهن.

فرياد عورت جي هيروئن فيروزه پنهنجي نالائق رسمن ۽ ريتن جي پوڄاري بيوقوف پيءُ جي ضد ۽ ٽنهن جو شڪار ٿئي ٿي ۽ ان دام مان نڪري هڪ

هن فن جو ڪمال به اهو آهي جو افسانو واقعات جو آئينو بڻجي اڀري اچي ۽ سماج کي سڄي صحيح تصوير پيش ڪري ۽ سماج کي سوچڻ لاءِ مجبور ڪري "پيار جي ياد ۾" هي افسانو هجر ۽ فراق جي صحيح تصوير آهي. هڪ وڇڙيل ۽ جذباتي عاشق ۽ شاعر پنهنجي محبوب کي جيڪر ڪهڙن لفظن ۾ ياد ڪري ٿو ۽ مخاطب ٿي پنهنجي دل جي رهنمائي اهڙا سڀ خيالات ۽ جذبات هن هڪ افسانئي ۾ ڪٺا ڪيل آهن.

"سهاڳڻ جا سور" هي به هڪ رقت انگيز افسانو آهي، هڪ عورت مرد جي محبت جو جواب دولت جي زبان خراب ۾ وساري ٿي ڇڏي. عورت جي شاديءَ جي تياري آهي. سندس عاشق کيس خط لکي ٿو ۽ سندس بي وفائي ۽ نا قدر ڪاري جو انجام سندس اڳ تو رکي کيس پڌائي ٿو ته سماج جي زبان ۽ موهيندڙ، ظاهري ٺاٺ ۾ ڪا حقيقت ڪانه آهي ملمع ۽ تڪلف کان پري پڇڙ ڪهڙ جي سچي محبت ئي سچي دولت آهي. عورت زيورن ۽ ڪپڙن جي رنگارنگي ماحول ۾ محو، مطلب ۽ ماڙيءَ جي خواب آور تصور ۾ ڪري ٿي رهي، هفتو گذري ٿو ته سندس سهاڳ جي سيج عطر ۽ عنبر دولت ۽ سون سان سينگار جي ٿي، ۽ ساٺ سنبرڻ گذريا،

راز ۽ نياز جون ڳالهيون ٿيون. جذبات مشتعل ٿيا، صبح ٿيو، هڪ ماه جبين حسين عورت ٻالڪ کي ڏاڙهي جي عمر جهڙي ڪراڙي جي ڪڇ ۾ ڏسي ٿي! جڏهن کي ڏٺل ئي ڪين آهن!

پر زرين لباس آهي ۽ دولت جي چماچم!

سندس زندگي موت ۾ ۽ شادي بربادي ۾ بدلجي وئي، سبق آموز لهجي ۾ ڪجهه ڳالهائي ٿي، آخر ۾ ڪيس پنهنجي عاشق جي لکيل خط جا اهي جملا ياد اچن ٿا جن ۾ لکيل هو ته. "تنهنجون نظرون منهنجي ککائين جهوپڙي کان کڻي، وڃي شاهي محلات تي ڪٽيون آهن پر اها محلات ڪنهن ڏينهن انهن جي لاءِ قيد خانو ٿيندي.

اهو پهريون جملو پڙهڻ سندس زندگي جو پهريون دم هو زهر جي پڙيءَ سندس زندگي کي هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيو.

عورت پلي پلي ٻالڪ آئي ڏ. ٻ. ڊ. پاي
خبردار ٿيڻ اي عورت ٿلاڻي ماڻهن ۾ سر نه ڏئي ٿي، ثابت ٿيو ته عورت وفادار آهي ۽ مرد؟

"جذبهٔ محبت" هميشه ڪنهن ڙ دل جي جذبات جي ٻاڻي آهي، عاشق ڪهڙن اندازن ۽ نمونن ۾ ياد ٿو ڪري.

هي اسرار گويا هڪ مهاجر دل جي ڇون ڇڪان دالهون آهي فيض صاحب جاءِ عشق جو سنبل ۽ فراق جو قنديل ۽ سرتاپا سوز و گداز آهي. سندس جذبات جي گرمي ۽ حدت سندس لفظ لفظ مان ظاهر آهي، هي ليکڙ ۽ ڪتاب ادبي، علمي سياسي ۽ اصلاحي نقطه نظر سان سماج لاءِ قابل عبرت آهي، ۽ سنڌي ادب ۾ قابل قدر اضافو آهي.

غلام محمد گرامي

حيدرآباد سنڌ



# يار جي ياد ۾

اي صدمه شب روز کون مون کي نه هر هر ياد پيئي
بحر ۾ بازار ۾ بوستان ۾ بر ۾ ياد پئين
(فيض)

آڌيءَ جو سنسان وقت ۽ هو جو عالم آهي. تمام دنيا خواب نوشين سان مدهوش ۽ سرشار آهي. صرف چڪور ويچارو چنڊ جي نوراني مکڙيءَ لئي ڪڏا ئي چو طرف چڪر ڏيندو رهي ٿو. هوا جا هلڪا هلڪا جهونڪا درختن جي پنن کي شرابيءَ وانگي جهوش ۾ آڻيندا رهن ٿا. خدائي بي نيازي جا طمع ۽ برگزيده بندا آيت ”تتجافي جنوبهم عن المضاجع“ جا مصداق بڻجي دنياوي عارضي آرام ۽ راحت کي ترڪ ڪري ياد الاهي ۽ عبادت خداوندي ۾ دل و جان سان مشغول ٿي ياد خدا کان روحي لذت ۽ قلبي راحت حاصل ڪري رهيا آهن.

خوش نصيب عاشق پنهنجي مهربان ۽ رحمدل معشوق جي لطف و ڪرم سان پنهنجي آرزو پوري ڪرڻ جي لاءِ هن جي خدمت ۾ پيش آهي. عاشق جو عجز و نياز. معشوق جو ناز و انداز. هن جون جهڙڪون ۽ شوخيون. هن جو سوال تي سوال هن

جو انڪار ني انڪار- واهه- هي وقت به ڪو وقت آهه!

مان ئي هڪ بد نصيب هوس جو ان وقت منهنجي
يار جي ياد ۾ پاسا ورائي جدائي جا صدما سهي رهيو
هوس- نه راحت سان روح نه ننڊ سان واسطو- شب
۾ ستن جي اختر شماري ڪندي ڪندي بي چيني
۽ بي قراري جي وجهه ڪان پاسا ورائيندي ورائيندي
سرد آهون ڀريندي ڀريندي- منهنجي بستري تان
انيس- ليڪن آه! جدائيءَ جون گهڙيون ۽ فرقت جي
رات اجا انهي ئي حالت تي رهي- هڪ طرف تمنائن
۽ آرزوئن جو هجوم، ۽ ٻي طرف مايوسن ۽ حسرتن
جي ڀيڙ رئس، الٽرو رئس- جيترو اڳي ڪڏهن
به نه رنو هوس- مون هن کي دل ئي دل ۾ سڏڻ
شروع ڪيو- هن مون کي سڏ نه ڏنو- منهنجي سڏن
جي آواز جي تيزي وڌندي وئي- اڌ رات هئي-
شايد جاڳڻ واري منهنجا سڏ ٻڌا هوندا- ليڪن هن
نه ٻڌا- مون منهنجي واسي تي همت رکي هن کي ٻند
ڪيو، دل جي ڌڪ وڌندي رهي- مون هن
جي خيال کي تمرايو، دل بيقرار کي ڪجهه تسلي تي
مايوس و حرمان منهنجي پيارڪ شڪل جو رخ قدري
تمرايو- خيال چند لمحن کان زياده نه ترسيو- وري به
هن جي ياد دل حزين ۾ موجزن ٿي- هن جي پياري
صورت منهنجي اکين اڳيان ترڻ لڳي- وري به

اهڙي حسرت. اهڙي رنج و تعجب. اهڙي تڙپ. بيتابي بيقراري ۽ آه زاري. اهڙي درد و الم. اهڙي گوڙ ڌر اهڙي غم.

مان هتي. هو هتي. هر آرامي هوندو. مان بي آرام هو مون کي ياد ڪري ٿو يا نه. مان نه هن کي ياد ڪريان ٿو. مان جيڪر هن کي ياد نه ڪريان. نه هن جي ياد ٻاڻهي اچيو دل ۾ گهر ڪري. هي ڀلا ڪنهن جو ذڪر آهي؟ جو منهنجي زبان هر هر ڪري رهي آهي؟ هي ان جو ذڪر آهي. جو ليت منهنجي فڪر کي دور ڪندو. هو مه جبين ناز منهنجي ڪوڪب آرزوءَ جو مطلع آهي. هن جا ٻه ربل ۽ گول گول رخسار منهنجي جنس آرزوءَ جا لذيذ تر ميوا آهن. هن جي شوخ اکين جي چمڪ. منهنجي دل جي تاريڪي کي دور ڪرڻ جو وسيلو آهي. هن جو خنده ناز منهنجي تمنا جي راهه جو چراغ آهه. منهن جي محبوب جا زلف شبگون اهي ڪمند آرزو آهن. جن جي ذريعي هر تمنا کي هٿ وٽ قابو ڪندس. اميد آهي ته ان سي دلدار جي مدد سان ساري عمر جي گذريل ناڪاميابين جو معاوضو ملندو.

اي آفاق زندگي ! ڪجهه مهلت نه ڏيو. نه رڳو ٿيون پنهنجي معشوق مه جبين جي ياد جا منهنجي ظلمت ڪده ۾ پنهنجي قبر بنائي رهي آهي. ان کي

هڪ حسرت ٻري شمع روشن ڪري ٿي - پيا ! ايتري مهلت نه ٿي ملي؟ چڱو اي دل جا درد ۽ الم توکي اختياري آهي - توکي ستاءِ، ٻلي ستاءِ، جيترو وٽ ٿئي اوترو ستاءِ توکي روئڻ - پلي روئي! توکي معلوم ناهي ته مون کي روئڻ ۾ به راحت ٿي ملي.

ڪلڪي ۾ ڪا خوشي ناهي روئڻ مان ئي اچي راحت
مصيبت غم سندي مون لاءِ ته مرهم ٿي رهي آهي
( فيض )

مان ڀنڀور يار جي ياد کان غافل نٿو رهي سگهان آئون ڀنڀور يار کي ڪ. وساريندس، مون کي ان تاريڪ دل جي شمع کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ياد ناهي ان لعل بدخشان جي ياد ۾ معهدئي اک جو ڳوڙهو لعل بدخشي ٿيو آهي. اونهاري جا وڏا ڏينهن ۽ سياري جون لمبيون راتيون هڪ ٻئي پٺيان گذرنديون وينديون ۽ دل جي سطح تان يار جي ياد نٿي گذري.

ڪيترن ئي شهرن ۽ ڳوٺن جون ڳليون گهمندو آهيان - ڪيترن محبوب ۽ معشوق معهدئي اکين ڏٺا هزارين سهڻن جي صورت معهدئي اکين ۾ آئي وئي ليڪن اکين کي معهدئي سهڻي جي سڪ لڳي ٿي. معهدئي سهڻي جو سماءُ ڪجهه، سهڻي مان نه آيو. چو طرف مايوسي نظر اچي ٿي. ڪيترن ئي سهڻن جا

ٻهڪندا گل ۽ لعل لب ڏسي ڪيترن دعا اوڏانهن ٻوڙي
وڃو هوندس. ليڪن منهنجي محبوب جا ڳل ڪا
ڳالهه ئي ٻي آهن... نونهال چمن ۽ سرو بستان کي
ڏسي بي اختيار دل تڙڦي اٿي. ڀانيم ته منهنجي
محبوبه وعدا اڄ باغ ۾ گهمڻ آئي آهي. ليڪن بي سود!
نرگس شهلا کي پري کان ڏسي ڀانيم ته غالباً هي
منهنجي جادو نگاه جون مست ۽ مخمور اکيون آهن.
مگر آه! هو بيماريون ۽ رسيليون اکيون ڪٿي،
چوڏهين جي چنڊ کي اوچتو ڪڪرن مان نڪرندي
ڏسي ڀانيم ته منهنجي نازنين منهن تان نقاب لاٿو آهي.
ٻوڙيس ليڪن دوکو ئي دوکو — اهڙي طرح گلاب
جي گل جي ٽهڪڙن — سورج جي ڪرڻن — هرڻ جي
چال، ٻيل جي رفتار — ڪوئل جي ڪوڪ — مور جي
رقص — ڪونج جي ڪر — شمع جي شعلن ٻهاءَ
جي چمڪ — بلبل جي نغمه سرائي — ڇا چوان، سڀئي
مان دوکي کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نصيب نه ٿيو،
آخر منهنجو محبوب ڪٿي آهي؟ ڇا منهنجي آسماني
حورن جي نقاشي، ۽ منهنجي نوراني حسن جي مطلع
سان آسمان تي ته نه ويو —؟ اي منهنجا محبوب.
جيڪڏهن تون آسمان تي آهين ته اترو ته ٻڌاءِ ته اتي
تون ڪهڙي حسن دنيا جو مالڪ آهين — حورن جي

حسن ۽ عشق جي پاڪيزگيءَ جي خبر معلوم آهي
نه معلوم ته توکي الهيءَ اعلى نمائش گاهه حسن ۾
ڪهڙو درجو حاصل آهي. يقيناً فرشتا ۽ حورون
تنهنجي حسن جي مقابلي ۾ هيچ هوندا- مگر انديشه آهي
ته الهي نه سنڌم رقيب هاروت ۽ ماروت جهڙا ته پيدا
ٿي پون- اچ تون اچ- تنهنجو رهڻ الي ناممڪن آهي
ستارا تنهنجي پوري خدمت ڪري نه سگهندا.
تنهنجي حسن تي شمس ۽ قمر کي ضرور رشڪ
ٿيو هوندو- آه — آه — هاءِ سڄ اڀري ويو-
يار نه آيو- اي سڄ! توکي منهنجي سهڻي جا سلام آندا-
افسوس هو مون کي ياد آهي- ليڪن مان هن کي
وسري ويس.

اي منهنجا دلدار دلنواز! ڏس تون مونکي وساريندين
تو نه؟ تون هر هڪ رات ۾ هزار دفعا مونکي چوندو
هوندين ته مان توکي نه وساريندس- پوءِ پلا تون
مون کي ياد ڪرين ٿو- پڇاڙيءَ وقت- جڏهين آءٌ
وڃي رهيو هوس- شام جو وقت- تون سامهون اچي
بيٺو هئين- تون ان وقت شايد روئڻ لڳين- هٿ سان تو
سلام ڪيو- اشاري ۾ تو مون کي چيو ته آئون به
هلان- مون ڪنڌ ذرڙي ناڪار ڪئي- آئون سمجهي
ويس ته تون منهنجو آهين- پوءِ اچا چو ايترو وقت
مون کي پاڻ کان پري رکيو اٿئي- ڀلا نه توکي ضرور

اُٿو آهي. تون ضرور ايندين اچ اچ هن جوانيءَ ۾ ٻچ - آء - آء - هن زندگاني ۾ اچ - اچ منهنجي ديوانگي کان اڳي اچ - منهنجو واعدو ياد ڪري اچ - تون منهنجا دشمن برباد ڪري اچ - اچ اچي:-

اکين ۾ تي ويهه - آئون واري چپر ڍڪيان  
ٻوڪي ڏسي نه ڏيهه - آئون نه ڏسان ڪي ٻيو

( شاهه )





# سهاڳڻ جو سور

ڪباب سيخ ھين ھم ڪروٽون ھر سوئي بدلتي ھين
جو جل اٿھتا ھي يہ پھلو تہ وہ پھلو بدلتي ھين

ھونئن تہ منھنجي بہ ساڻس محبت ھئي. چاڪاڻ تہ ھو تعليم يافتہ، نوجوان، حسين ۽ با اخلاق آدمي ھو. ليڪن ھن ۾ رڳو ھيءُ عيب ھو جو ھو مفلس ھو. ھو ھڪ ملازم ھو. ھن کي معمولي تنخواہ ملندي ھئي. اھوئي سبب ھو جو منھنجا والدين ھن کان نفرت ڪندڙ ھئا. مائٽن جي رضامندي خاطر، مجبور آئون بہ ھن کي ٺڪاريندي ھيس. ھيءُ ھن جو پويون خط ھو.

منھنجي ..........

منھنجو سينو سوين سورن سان ڀرجي ويو آھي. منھنجون اميدون خاڪ ۾ ملي ويون. منھنجي مسرت حسرت سان مٽجي وئي. اڄ سواءِ سورن جي ٻيو ڪجھ بہ منھنجي ھٿ ۾ ڪونھي. منھنجي دل ۽ دماغ کي

زبردست ضرب لڳي وئي آهي- ڇو جو مون ٻڌو آهي تہ تنهنجي شادي عنقريب ڪنهن شاهوڪار سان ٿيڻي آهي- بس آئون مري ويو جهڙو ويو مران ها- منهنجو زعم باطل ٿي ويو- مون ناحق ڀلي جي آڙ ۾ منهنجو آستان ٺاهيو- منهنجي سالن جي اڻ ٿڪ محنت جي ماڙي ڪوري ٿوڙي ڀڳوڙي وئي- تنهنجي ماڪيءَ جهڙي محبت مون لاءِ زهر بڻجي پئي- منهنجي دل جي چراغ منهنجي دل جلائي.

منهنجي ويران باغ جي بهار! واقعي مان هڪ مفلس ۽ سياه ڪار آدمي آهيان- ليڪن منهنجي پهلوءَ ۾ جيڪا دل آهي سا بي بها ۽ املهہ آهہ- اها دل مون تنهنجي حوالي ڪئي- مون توکي نور سمجهي پنهنجي اکين ۾ واريو- مون توکي سڄيءَ دنيا کان وڌيڪ عزيز سمجهيو- ليڪن تو منهنجي محبت کي نہ سڃاتو تون شمع ٿي ڪري پرواني جي جلڻ کان بي خبر هئين تو چاڙهي واري مون کي برباد ڪيو. تنهنجا مائٽ دنيا جي هوس ۾ آهن- هو اڄ هڪڙي مفلس جي محبت کي ڪٿا سڃاڻن- ڪري ٿي ته اڄ دولت جو ٻڌو غالب ٿيندي ويو آهي. ليڪن سگهوئي توکي خبر پوندي تہ محبت ۽ دولت جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي- محبت جو ماسو- سون جي مهر کان زياده قيمتي آهي- تنهنجون نظرون منهنجي ڪنڌ جهوڙي کان ڪهڙي-

ڪيئن شاهي رنگ محل ۾ وڃي ڪيمون آهن. لِڪ
اها محلاتن ڪيئن ڏٺيون تنهنجي لاءِ قيد خانو ٿاس
ٿيندي. پس تو مون کي برباد ڪيو. واقعي مان جلي
جلي ختم ٿي وينديس. مگر ياد رکجان تہ تون ڪڏهن
نہ ڪڏهين مون واڱي جلي جلي ختم ——
تنهنجي هٿن جو برباد ڪيل.

هن جي هيءَ خط پڙهندي. منهنجي دماغ ۾ چڪ
اچي لڳو. ساهہ گهٽجي ويو. دل جي ڌڪ ڌڪ وڌندي
رهي. آئون بيخود ٿي ويس. نہ ڄاڻان تہ ڇو اڄ ه
جي هن خط مون کي ايترو پريشان ڪيو. نہ تہ هن کا
اڳي بہ ڪيترا دفعا هن جا خط مون کي مليا هئا. ج
۾ محبت آميز مضمون ۽ منهنجي لالي تہ چوڻ عمد
عمدا شعر بہ هوندا هئا. ڇاڪاڻ تہ هو شاعر بہ هو
مگر منهنجي طبع ۾ ڪڏهين بہ ايترو انقلاب پيدا
ٿيو. مگر هن خط منهنجي دل ۽ دماغ جي سڪون
اطمينان جي دنيا کي زير و زبر ڪري ڇڏيو. آئو
بي اختيار روئڻ لڳس. مگر هاڻي آئون ڪجهہ بہ ڪر
نٿي سگهيس. ڇاڪاڻ تہ منهنجي شاديءَ جو ڏينه
مقرر ٿي ويو هو جنهن ۾ باقي هفتو کن دير هئي. ا
منهنجي رشتي ۾ منهنجا مائٽ بلڪل خوش هئا
خوش ڪيئن نہ ٿيندا. جو هنن مون کي سون ۾ تورڻ
ڪنهنجي حوالي ڪيو ٿي ويو.

هيجان پيدا ٿيندي رهي ٿي. ڪجهه سالن سوڻن بعد
اسين خلاصا وڃي رهيا سون. راز و نياز جي گفتگو شروع
ٿي وئي. منهنجون نگاهون خود بخود همت ٿي وڃون
صبر ۽ ضبط جو رشتو وس ڪان نڪري ويو. مون
منهنجو هٿ هن جي ٻانهن جي حلقه ۾ ڪٽي اڇلايو
پنهنجي طائرانه شباب جون ڇهنون ڪنهن جي گدا
سينه سان پيوست ڪندي رهيس جوانيءَ جي جوش سڄي
رات بيتاب رکيو. تان جو ٻانگي جي ٻانگ جو آواز
پڙم. مگر منهنجا جذبات مشتعل سرد نه ٿيا.

صبح جو اک کلي ته منهنجي حيرت جي حد نه
رهي. جڏهين ڏٺم ته هڪڙو ڏندن کان سواءِ. اڇي
مڇن ۽ ٻيٺل اکين. اپري بدن ۽ ڏنگيءَ چمڙي وارو
آدمي منهنجي برسان ويٺو آهي. آئون خوف ۽ هراس
کان ڏڪڻ لڳس ته هيءُ ڪاٺ جي پتلي جهڙو پوڙهو
ڪير آهي، مگر جڏهن هن مون سان راز و نياز واري
گفتگو ڪئي. تڏهين معلوم ٿيم ته هي اهوئي ڏيو
آهي جنهنجي اڳيان مائٽن مون کي ڪل ڇاڙهيو آهي
هاءِ! منهنجي زندگي!! ڇا چوڏهن سالن جي سهاڳڻ
۽ ڇا هي ستر سالن جو ڏاڏو. ڏسو دنيا وارن جو
هي انصاف! هيءُ آهي والدين جي اولاد سان ڀلائي
جن کي مون مسيح ٿي ڄاتو. ان ئي منهنجي بدن ۾
روح ڦلڪيو. منهنجا محافظ ئي مون لاءِ جلاد ثابت

ٿهن ھي بيت پڙهڻ جي لاءِ ڪڏهن معصوم ڪگدام ڪي
ڇمڙي ئي ڪباب جي سيخ ٻڌائڻ - هيءَ آهي رحم
جو نالو —؟

هيءَ منهنجي نوخيز جواني - هيءَ مهندي رلتا
رخسار - هي سنتر ورهين جو ساٿي - دنيا هن قسم جي
جي ڪوس کي شادي سڏي رهي آهي چوڏهن
سالن جي ڪنوار ۽ سنتر سالن جو گهوٽ - ڇا؟ هن جو
نالو شادي آهي -؟ ڪڏهن معصوم ديويءَ کي جن
جي حوالي ڪرڻ ان جو نالو شادي آهي؟ ڪڏهن
ويچاريءَ بلبل کي ڪانءَ سان گڏي سونپي ڇڏي ۽
هارڻ - ڇا ان جو نالو شادي آهي -؟ ڪڏهن موتي
جي گڏهه جي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ ان جو نام شادي آهي؟
نه!! هي شادي ناهي بلڪ وڏي ۾ وڏي بربادي
آهي - شادي آهي ٻن دلين جي ميلاپ جو نالو -
جڏهن دل، دل سان نه ملي - ڇو جسم جسم سان
ملڻو نه ڇا ٿيو - اها ڪڏهن به شادي ٿي نٿي سگهي
جڏهن شادي ٿئي نه بلبل جي گل سان، پروانه
جي شمع سان - چڪور جي چنڊ سان - ڪونج جي
ڪرڻ سان - ٿئي. پر دنيا انجوڙي جي ميلاپ کي
شادي سڏي - باقي منهنجي هن قسم جي شادي
ڪڏهن به شادي ٿي نٿي سگهي - سيم و زر آهي -
عالي گهر آهي - اطلس و ريشم ۽ هر اسباب نه موجود

آهي ليڪن اها زندگي ناهي- جهڙي زندگي سان منهنجي
هن معصوم زندگي جو ڪو به سوال ڪونهي- ڪاش!
نه منهنجا والدين هجن ها نه مان ئي پيدا ٿيان ها! نه
اها سهاڳ جي رات هجي ها- جنهن رات ۾ مون کي
هڪ مهيب غار ۾ ڌڪو ڏنو ويو- نه هي زر هجي
ها!! نه هي زيور ئي هجن ها!! نه اهو منحوس سونارو
هجي ها، جنهنجا هي ناهيل زيور، مون کي لوهه جي
زره وانگي ڳرا ٿي پيا آهن- مري اهو مئو درزي
پڃي اها مشين، جنهنجو هي سبيل وڳو منهنجي جسم
تي کڙا زخم ڪري رهيو آهي- هاءِ! منهنجي ماڻهن
شادي ۾ شريڪ ٿيندڙن ڀت جي ڀوڄارين- نڪاح
پڙهندڙ ملان- هن سرخ حنا- شادي جي سهرن ڳائيندڙ
رقاصن- وقت ۽ تقدير- سڀني ڪل جي مون کي ڌوڪو
ڏنو؛ اهڙو ڌوڪو ڏنو، جنهن ڪان منهنجي زندگي
اڄ زهر آلود ٿي پئي آهي، ڇا ٿئي ها، جيڪڏهين
منهنجي جواني کي ڪو جوان ساٿي ملي ها! هن
مطلب ڪان ڪکائين جهونڙي بهتر، هن زالمي بدارسي
وڳن ڪان- ڪمز جي ڪفني چڱي- هن عمدي موراڪ
کان ڀاڄهري جي رب سڻي هئي، ۽ ڪا زندگي-
زندگي هجي ها، هاءِ! افسوس!! دنيا جي هر هڪ شي
مون لاءِ رنج، هر شي مون لاءِ بانڪ بڻجي پئي
آهي، هي ڪڏهن جون طراوت ڏيندڙ هوائون، جهنگ

# جذبہ محبت

اي جان آرزو! اي منهنجي ويران دل جي ملڪه!! تون
امڪ منهنجي غم والم جي رفيق ۽ شريڪ نڪتين!
توئي ونئين سخت جانڪاهه منزلن ۾ مون سان
سات ڏنو — تو ئي زندگي، جي زهر آلود ۽ تلخ سفر
۾ مون کي شيرين ۽ حلاوت بخشي - تنهنجي ئي مدد
سان مون ياس ۽ حرمان جي پيالڪ منزل طئي ڪئي
اي منهنجي ساهه جي سينگار!! روح جي راحت - مون کي
ياد آهي ته جڏهن مون کي درد ۽ الم جا ڪشف بادل —
ناڪاميابين ۽ مايوسين جون ڪهنگهور گهٽائون وڪوڙي ويون
هيون —— ۽ بتان جهان بخت سرگشته جهان مون
کان منهن موڙيو هو - جڏهن پرائا ته پرائا پر منهنجا به
پرائي ويا هئا —— جڏهن هجوم آرزوئن مون کي
ميدان عمل جي لق ۽ دق بيابان ۾ سالن جا سال آواره
گرد رکيو — جڏهن سڄي دنيا دشمن ٿي رهي هئي
۽ سڀ ڪان دوکي ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه به حاصل
نٿي ٿيو — تڏهن تون ئي منهنجي غم جي غمخوار
۽ حال جي همدم بڻي منهنجي زندگي جو سهارو

ڳائيندا هئين — آئون تنهنجو هوس ته هر وقت تو ۾ اهو ساڳيو دم وخم هو. تنهنجي دل ۾ ذري جيتري به گهٻراهٽ ڪانه هئي — آئون رڳو هوس. تون مون کي ڪلائي جي هر ممڪن ڪوشش ڪندي هوندينءَ ............. حرمان نصيبيءَ جو معلوم ته مون کي ڪهڙن پيچدار راهن ۾ ٺوڪرون کارايون. وک وک تي ڪنڊو ڪائيندو هوس. حاسدن جي هل ۽ غوغا کان اکين ۾ آرام نه هوندو هو. پنهنجيءَ ملاقات ۾ طرحين طرحين ۽ ڪاوڙون پئجي ويون. دشمن دڳ دڳ تي موجود هوندا هئا. سڀ راهون رات ڏينهن بند هونديون هيون — مگر منهنجا محبوب مون کي ياد آهي ته تون ئي هئينءَ جو سڀ ڪنهن رات مون سان هڪ ٿيڻ لڪين ٻر لوي ۾ ملي. منهنجي پاش پاش جگر تي پيو رکندي هئينءَ — ان رات جڏهن مون کي تنهنجي ٻانهن مان ٻيڪالي ڏني وئي هئي. سرديءَ جو وقت هو. آئون هڪ اهڙي هنڌ ويٺي پيو هوس جتي ٿڌو ٿڌو اچڻ ناممڪن هو. مگر ان وقت تون مون سان اچي هم آغوش رهي. منهنجي غمڪده کي جنت آرزو بڻايو —— اوءِ منهنجي ٻرندڙ دل کي ٺاريو تنهنجي گل رخ جي چمن جو سير ڪرائي منهنجي درد کي ڪافور ڪيو.

اي منهنجي دل جي دلبر ........ سچ ته اڄوڪي ڏ
صحبت دنيا ۽ آخرت جي نعمتن کان افضل آهي.

اي منهنجي دل جا لال!! تنهنجا لعل لب - لعل بدخشان
کي شرم ۾ آڻين ٿا. تنهنجي شرابي ۽ سياه اکين جي
مقابلي ۾ ڪوه، منهنجي جذبات کي ويران ڪندڙ بغير
واپس نه ورندو آهه تنهنجي ڳچيءَ شفاف رنگ تي ڏ
ڪاري تر جي چمڪ. گويا ڪه سحر سامريءَ جو هڪ
افسون آهي - تنهنجي عاشق سوز ادا ۽ زاهد فريب
نگاهه پٺيان سخت دل کي به هڪ لمحه ۾ مسرور
بڻائي ڇڏي ٿي. اهوئي سبب آهي جو آئون به اڄ
ڏينهن تائين تنهنجي قدمن ۾ تنهنجي عقيدتمندانه
ڳوڙهن جي موتين جا موتي هار جو خواهشمند
آهيان - تنهنجي لوڻ، اکين سرو بستان کي نمايو. آءُ

اي حسن جي لاجواب پيڪر- مون اڄ تنهنجي
ياد ۾ زارو قطار ۽ بي اختيار ڳوڙها ڳاڙيا. مون کي
ياد ڪندي آهين؟ تون ڀلا مون کي ڪيئن ياد
ڪندينءَ؟ تنهن زندگي. تنهن فضا. تنهن محبت -
تنهن راز و نياز. دنيا جو اوج. مال اسباب جي موج
۾ ڀلا تون مون کي ڪيئن ياد ڪندينءَ---؟ تون ته
سچ پچ ياد ڪرين ٿي. ڏس تون منهنجو محبوب
ڪونه آهين؟ پڇاءِ تون ياد ڪرين ٿي. مون توکان ته

ڪ ڏينهن پڇيو هو ته تون مون کي ياد ڪندي هوندين
ٿي؟ جنهن ۾ شرارت آميز لهجو ۽ ڪجهه ڏکوٽي جواب ڏنو
تو ته "نه، جنهن ڀلا هاڻ ڪيئن ياد ڪندي هونديس؟" تو
مون کي نه ياد آهين؟ ڇا نه آهيو. ڪيترو نه دور
ٿي ويا آهيان. ته به توکي نه اڃان ڪو نه
وساريو اٿر. نه وساريندس. خيالات جي لهر ۽ ٻنڌ روح
هئين سڀ ڪائنات جي. عالم تخيلات ۾ عجيب
منظر ڏسندي ڏسندي نه ته توکي ياد ڪريان ٿو
ڪنهن وقت ويٺي ويٺي مون کي اهڙو ٿو معلوم
ٿيندو آهي ته ڪنهن نوراني بنگلي جي
هڪ آراسته ڪمري ۾ ويٺو آهيان گڏ ڀال زماني واري فلم
دماغ جي پردي سامهون ٿي هلي رهي آهي.
تون ۽ تون اها ڏسي رهيا آهيون. جو منظر خوشنما
رنگين آهي نه ڪڏهن ڪندا رهون ٿا. جي درد ناڪ ۽
الڪير آهي ته ٻئي روئي ڏيون ٿا...... زندگي رنگين
ندي وري نه توکي ته ياد ڪندو آهيان. تون ڀلا
ڪندي آهين؟ هڪ ڏينهن توکي وسارڻ جي
ڪوشش ڪيم، پر تون وسري نه سگهين؟
اي منهنجا محبوب. خدا جو قسم ته تو مون کان
ڪجهه کسي ورتو آهي. باقي تون منهنجي ياد
مون کان کسي وٺ. کسي وٺ نه؟ نه... نه...
تنهنجي ياد منهنجي زندگيءَ جو سهارو آهي. مان مرڻ

گهڙيءَ ٽائين توکي ياد ڪندس. مان توکي ن
وساريندس. مان احسان فراموش نه آهيان. م
تنهنجي ان حسن نواريءَ جي احاطه کان ٻاهر نڪر
نٿو سگهان. تنهنجي ان معطر چوليءَ جي هلڪ
هلڪي خوشبو ...... ۽ شهد ڀرين لبن جو مٺاج
مون کي ملي رهيو آهي. تنهنجي ياد منهنجي د
مان نه نڪرندي. شل نه نڪري. مان مرڻ گهڙ
ٽائين شل توکي ياد ڪندو رهان. بس اها آهہ
منهنجي دل جي آخرين تمنا.



# شهيد وفا

منهنجا محبوب! اڄ تون ڪٿي آهين؟ ڇا تون
هڪڙي ننڍڙي باغيچي جو سير ڪري رهيو
هين، جنهنجون مکڙيون توکي اهڙين گهرنديون آهن
ڦيٿن کير ٺاڪ پار منهنجي ماءُ جي پستانن کي.
منهنجي زندگيءَ جي رفيقه! ڀلا توکي اهي راتيون
آهن- جن راتين ۾ ٻار ٻئي هڪ ٻئي ۾ ملندا
هئاسون، ۽ تنهنجي حسن جا نوراني شعاع چوڌارين
هئي چنڊ وانگي ڪهر پيدا رهندا هئا، ۽ فرشته
وڏاوي روحاني گيت ڳائيندا رهندا هئا. ڀلا اهي
وڏ الڳيز گهڙيون توکي ياد آهي؟ جڏهن گهڙي
آئون توکان موڪلائڻ آيو هوس- اوهه تو مون کي
اٿي پاسي هئي، پياري ۽ منهنجي چپن تي
تون پنهنجا چپ رکي، هڪڙو لمبو
مٺو بوسو ڏنو هو- هاه- ان چپن چپن جي ملڻ
۾ لطف مون کي ياد آهي.
منهنجا دلبرا! منهنجو اهو چهرو، جهڪو تنهنجي

چهري جي هر ڦوٽي کان هميشه بهار جي گل وانگر
شگفته هوندو هو. سو اڄ ڪومائجي نظر اچي ره
آهي...... اهي منهنجون اکيون! جي تنهنجي سرمگين
۽ شرابي اکين کي ڏسي، مست ۽ مخمور ۽ لعل رنگ
رهنديون هيون، اهي ويچاريون اڄ روئي رو
ٿڪيون ۽ ٻي رونق ٿي ويون آهن. منهنجا
اهي ڏند، جي سدائين تنهنجي چپن جو ميٺاج چوس
چمڪندا رهندا هئا، سي اڄ خشڪ ۽ سياه ٿ
رهيا آهن.

منهنجي پيارين دلدار! تون ڀلا اڄ ڪٿي آهين
منهنجي هيءَ ڪوڪ تنهنجي ڪن پوي ٿي يا نه
توکي منهنجي ڪمزوري ۽ ناتواني جي خبر معلو
آهي يا نه؟ تون منهنجي صبر ۽ تحمل جو اندا
لڳائي سگهين ٿي يا نه؟ ...... ڇا هي طوفان
هوائون نه مون بيڪس، مجبور ۽ غريب الوطن
پيغام ڪٿي تو ڏانهن نٿيون اچن.

منهنجا سائين! آئون برابر بي وفا ۽ ظالم آهيان
واقعي مون تو سان وڏو ظلم ڪيو آهه. مون کـ
معاف ڪرڻ منهنجي ڪم جو ڪيترو لوڙهي ر
آهيان، مون کي معاف ڪر، معاف ڪر هن ظالم
منهنجي، مجبور مظلوم - منهنجي ويچاره! هن بدنص

بي وفا دوستن کي معاف ڪر. مون کان اڳي معاف
ڪر! معاف ڪر مون کان .........

اي ملامت ڪندڙ! مون کي دم کڻي ڇڏيو
آئون دم نه ٿيان! توهان کي قسم آهي ان محبت
جو جا توهان کي ڪنهن رفيقه حيات جي تصور
ڏانهن مجبور ڪندي رهي آ ......... مون کي
ڪجهه وقت ڇڏيو — هوءَ ڀلي خوب مون تي ملامت
ڪري، آئون برباد ٿي ويو آهيان، منهنجو سڀ
ڪجهه برباد ٿي ويو آهيان، هن برباد ڪئي اڃا به
وڌيڪ برباد ڪريو، برباد ڪريو ٻيو ڪجهه وقت
ڇڏي ڏيو، ته جو مون آئون منهنجي اندر ۾ لڪايو
ويٺو آهيان، ان کي دنيا جي اڳيان ظاهر ڪريان!
۽ هڪ حسن ۽ محبت جو پيغام، جو فطرت جي
طرفان مون وٽ امانت ۾ آهي، اهو ظاهر ڪري
عام ماڻهن کي ٻڌايان، ٻڌائي اهو ثابت ڪريان ته
مرد ڪيترو نه ظالم ۽ بي وفا آهي، ۽ عورت ڪهڙو
نه هڪڙو محبت جو مجسمو ۽ وفا جو مرڪز آهي.

هاءِ! اها ويچاري مفلس ۽ غريب عورت، جنهن
کي خدا وند ڪريم، حسن ۽ جمال کان علاوه حيا ۽
شرم وفا ۽ صداقت جي ٻه دولت عطا فرمائي هئي.

هي ٿورا سال اڳ جو ذڪر آهي، گرمي جو
وقت هو، گرمي جي شدت ۽ اس جي ناقابل

برداشت آهي. مون کي بي حس بڻائي ڇڏيو هو آئون اڃا ۽ لڪوا قدم کڻي، ڪاٺ اٽيان ۽ ڪاٺ جهڙا ٻهڻجي گهر ڏانهن هلندو رهيس، ۽ وري تي ساڳي اس ۽ گرميءَ جي آغوش ۾ هڪڙو مرد ۽ هڪ ڪراڙ هڪڙو نوجوان ڇوڪرو ۽ هڪ اٺن ڏهن سالن جي ڇوڪري ڏٺم، جي ويچارا ٻهڻجي تي اختيار رمندا رهيا ٿي.

اهڙي وقت ۾ جڏهن آئون بي حد بي ساخته ٿي رهيو هوس، اڏهن جيڪر انهن ڏانهن ڪو به توجه نه ڏيان ها. ليڪن انهن سان گڏ جيڪا معصوم ڇوڪري هئي. ان ۾ اهڙي ڪا ڪشش هئي. جو آئون يڪدم انهن سان جذب ٿي ويس، ڇوڪريءَ جي ڀولي ڀالي صورت، معصوم نگاهن جو مرڪز بڻجي پئي، هوءَ حد کان زياده حسين، فرشتن کان زياده معصوم هئي، مون انهن کان سندن حال احوال دريافت ڪيو، هنن چيو ته، ”اسين مسڪين، آواره بي وطن ۽ خانه بدوش فقير آهيون، اسان جو هڪڙو ماڳ مڪان ڪونهي، جتي پئي اتي وهاڻي، آسمان اسان جو ڇپر ۽ ڌرتي اسان جو بستر آهي، بس دنيا جي سفر ڪندا گهمندا، ڦرندا وتون.“

مون کي هنن جي بيوسيءَ تي رحم اچي ويو، هنن کي ٻهڻجي مڪان تي وٺي آيس، ڪجهه مال

ڪي ڪارائي، ھڪڙي جدا گھر ۾ رھايو، ھو مون
وٽ رھڻ لڳا، منھنجي ان ڇوڪري سان بلڪل
گھڻي محبت ٿي وئي، ھوءَ معصوم ھئي ۽ منھنجي
محبت ۾ معصومانه ھئي، مون کي ھڪ ساعت به
ان کان سواءِ ڪانه سرندي ھئي، ڪي ۽ پرديسي ھڪ
ھنڌ ڪيترو وقت رھي سگھندو؟ ھيئن ڪن مون
وٽ رھي، پوءِ ھڪ ڏينھن موڪلائي ھليا ويا.

مون کان سڀ ڪجھه وسري ويو، ھر وقت ان
ڇوڪريءَ جي تصوير جنھنجو نالو "شھدا" ھو منھنجي
اکين اڳيان ڦرندي رھي ٿي - اھڙي طرح ڪو وقت
گذري ويو —

ٻين ڇھن سالن کان پوءِ اھي فقير ھڪ ڏينھن
ٻيھر آيا، ھاڻي ته شھدا جوان ٿي وئي ھئي. ھن
جو حسن معراج ڪمال حاصل ڪري چڪو ھو. ھن
جي ماءُ پيءُ ۽ ٻاءُ کي وھاري شھدا سان ڳالھيون
ٻولھيون ڪرڻ لڳس. ھن جي برق پاش تبسم مون
تي بجلي ڪيرائيندي رھي آھي، ھوءَ حسن جي
مڪمل تصوير ۽ رعنائي، شباب جي غير معمولي
پيڪر بڻجي بيٺي ھئي، ھن جو ڪندلي چھرو
چمڪندڙ چنڊ کي شرمائڻ جي لاءِ پوري آب وتاب
سان چمڪي رھيو ھو. ھن جا ڪارا ڪارا وار،
ڪالناس کي لرزائڻ لاءِ ڪلھن تي لڙڪي رھيا ھئا.

هو ۽ هڪ اهڙو شراب پيئجي ٿي هئي- جنهن کي
ڏسڻ سان ئي مدهوشي طاري ٿي وئي، هن جي خمار
آلوده اکين جو هڪ معمولي ناز، ڪئين زاهد خلوت
نشين جي زهد کي درهم برهم ڪرڻ جي لاءِ ڪافي
هو. هن جي چهري جو هڪڙوئي برق پاش تبسم
واعظ-مسجد نشين جي حرمن ارتقا کي جلائي سگهيو
ٿي، گل لاله هن جي لال لبن جو شرمنده احسان
هو، سرو هن جي سدوست اڳيان سرنگون هو، آئون
هن کي ڏسي بي حس ٿي ويس.

منهنجي عيد جو چنڊ طلوع ٿي ويو هو، آئون
هر وقت شاهد جي مٺين ڳالهين سان دل کي
وندرائيندو هوس. ان جي خوبين ۽ خصوصيتن تي
غور ڪري، فطري صلاحيتن تي دل ئي دل ۾
متعجب ٿيندو رهندو هوس، هن جي غم خاموش
جو فرياد ٻڌندو ۽ سوچيندو ئي رهندو هوس، هن
جي هر ڪائي ملاقات، هن جي حسن ۽ جمال جي
هڪ نئين لطافت، ۽ هن جي روح جو هڪڙو نئون
راز ـــ ۽ هن جي جواني ٻر نمڪين جي هڪ جهلڪ
منهنجي اڳيان منڪشف ڪندي رهندي هئي
هن جو وجود، منهنجي لاءِ هڪڙو اهڙو ڪعبو
بڻجي ويو- جنهنجي هر عبارت مون کي ياد ٿيندي
رهي ٿي، "شهلا" اها شهلا جنهنجون خوبيون بيا

ڪرڻ کان ٻاهر آهن - منهنجي زبان ۾ ذرو طاقت
ناهي جو ان جي ذڪر هڪ وصف بيان ڪري سگهان،
آئون ڇا چوان. ؟ مون کان هاڻ ڪجهه به چيو نه ٿيندو!
موت جي سايه ۾ روانا انسان - بلبل جي نغمه سرائي. گلشن
جي سرگوشي - وادي جي راڳ جو بيان ڪير ڪري
سگهندو. ؟ ليڪن ڇا ڪريان. خاموشي ان موت کان
زياده سنگين ٿي لڳي - پياري شهلا! جي لاءِ ڪجهه
نه مون کي ضرور چوڻو آهي - چوندس ته ”منهنجي
شهلا جو. نازڪ ۽ ملوڪ جسم - سادي لباس ۾ ائين
معلوم ٿيندو هو - جيئن دريءَ جي سوراخن مان اندر
داخل ٿيندا سج جا ڪرڻا، هن جي رفتار البيلي - ۽
اصفهاني راڳ وانگي نخريلي هئي - هن جي نازڪ
۽ شيرين چپن مان - نڪتا الفاظ نڪري هوا ۾ ائين
ٽڪڙي ويندا هئا - جيئن شبنم جا قطرا هوا لڳڻ سان
گلن جي پنن تي ٽڪڙي ويندا آهن - هوءَ سوچيندي
گهڻو هئي - ۽ ڳالهائيندي گهٽ هئي - هن جي
خاموشي ۾ به هڪ اهڙي موسيقي هوندي هئي -
جا ويلن کي جوانن جي دور دراز نزهت گاه ۾
وڃي پهچائيندي هئي -

منهنجي ۽ شاهلا جي وچ ۾ رفته رفته رشته
مطابقت ٿي وئي. اسين ٻئي هڪ ٻئي جا جان جسم
بڻجي وياسون. اڪثر ڪري شام جي وقت شهر جي
ٻاهران وهندڙ شاخ تي وڃي ويهندا هئاسون. ڪڏهن

ڪڏهين خوش طبعي طرح هوءَ مون کي چوندي
هئي ته آئون بهشت جي حور آهيان. اُهو آسمان
جو چنڊ ـــ ته به مان توکان زياده حسين آهيان.
ڪڏهن ڪڏهن ته منهنجي ٻانهن ۾ ٻئي ٻانهون
وجهي چوندي هئي ته هلو ته هن بهار هلي. هن بستان ۽
گل پوش واديءَ جو سير ڪريون. ۽ ڪڏهن ڪڏهن
ته اهڙيون ئي ڪندا هئاسون. ۽ جڏهن ٻاهر جي ٿڌير سان
ساري ماحول کي پنهنجي نگاهن جي اڳيان متغير
ٿيندو ڏسندا هئاسون. هڪ شام جي وقت جهنگل
جي سنسان واديءَ ۾ سير ڪندي مون شوخيءَ کان
پڇيو ته "تون موکي گذريل پنجن سالن ۾ ياد
ڪندي هئينءَ.

هاءِ! ...... هن ٿڌو شوڪارو ڀري چيو. اهو
نه پڇ ته تنهنجي ياد مون کي ڪيترو نه ستائيندي
هئي. هتان وڃڻ کان پوءِ هر گهڙيءَ - ته جاڳان ته
ڪيترو وقت توکي ياد ڪندي هيس. ۽ سمجهندي
هيس ته ڄڻ ڪو پاڪ منهنجو ساهه. منهنجي جسم کان جدا
ٿي ويو آهه. منهنجي اکين جي بينائي موجود برابر
هئي. ليڪن ڏسي ڪجهه به نه سگهندي هيس.
آئون ڪالهه ڪندي برابر هيس. ليڪن اهو معلوم نه ٿيندو
هو ته منهنجي غم ۽ خوشي ۾ ڪهڙو تفاوت آهي.
اڪثر راتيون ۽ ڏينهن تنهنجي ئي تصور ۾ گذاريندي
هيس. منهنجي بار مون پنهنجي والدين کي هٿالهن

انهن جي لاءِ ڇڏيو هو. ليڪن هو انهن کان الڳ
گذرائيندا رهندا هئا. متواتر سالن جي ڪوشش کان
پوءِ هاڻي اهڙي نصيب ٿي آهي.

”هاڻي اسين توهان کان جدا ڪاڏهن ٿينداسين؟“ مون
هن جي ڳل تي هلڪي چماٽ هڻي چيو. ”نه!
هرگز نه!! آئون هاڻي تو کان ڪڏهن به جدا ٿي نٿي
سگهان. جي جدا ٿيس ته بابا کي هڪ پل به چين
نه رهندس. اهو منهنجو توسان واعدو آهي.

”ها! تون ته چوين ٿي پر زمانو. بابا کي ضرور
ڪنهن ڏينهن جدا ڪندو. مون چيو. ”پيارا: مان توکي
يقين ٿي ڏياريان ته منهنجي هن پاڪ محبت کي
ڪير به جدا ڪري نه سگهندو. آئون منهنجي جان
جو قسم کڻي چوان ٿي ته تون ڪوبه فڪر نه ڪر.
منهنجي هن لازوال محبت ۽ غير فاني الفت
کي ڪابه هستي هٽائي نٿي سگهي. محبت سان
لبريز جام کي ڪابه طاقت ڇلڪائي نٿي سگهي.
آسمان جا ملائڪ به منهنجي محبت ۾ تغير آڻي نه
سگهندو.

هڪ ڏينهن ڳالهيون ڪندي ڪندي. مون هن
کان پڇيو ته ”شهنا! توکي سڀ کان وڌيڪ پياري
شيءِ ڪهڙي آهي؟“

”ان سوال سان تنهنجو ڪهڙو مطلب آهي؟“

هن منهنجي اکين ۾ اکيون ملائي چيو.

"اهو ته اها شيءِ تنهنجي اڳيان ڏڏ راڻو رکان
مون هن جي لڪ کي مروڙيندي چيو.

"ليڪن هوءَ اهڙي چيز آهي جا تون ڏئي
سگهين ٿو: هن منهنجي ڀاڪر ۾ وهندي چيو.

"ارمان جهڙي ڳالهه آهي شهنا! تو اڃان تائين
منهنجي محبت جو آزمود نه ورتو آهي - خدا جو
قسم ته جيڪڏهن مون کي خبر پوي ته تون سمنڊ مان
ساهه. پهاڙن مان تارا- آسمانن مان پٿر - بيابانن مان
مڇي - درياءَ مان هرڻي - نور مان موسيقي - شعلا
مان خوشبوءِ - دوزخ مان آواز - جنت مان درد.
فرش مان تقدس - ۽ عرش مان الفاظ گهرين ٿي
ته اهو توکي آڻي ڏيڻ کان قاصر نه رهان - اي شها!
ڪهڙي شڪل شيءِ آهي جا آئون توکي ڏئي نه
سگهندس - مون چيو.

"هوءَ ان کان به وڌيڪ مشڪل شيءِ آهي."
هن کلندي مون کي چيو.

ڪهڙي ڀلا اها مشڪل شيءِ آهي پياري شهنا؟
ٻڌاءِ نه -؟ مون چيو.

"ڇا اها توکي ٻڌايان!؟ اها تنهنجي ڪٽي پياري
جان!! هن مون کي ڀاڪر وجهندي چيو "منهنجي
جان! اها جان ته مون تنهنجي حوالي ڪيئا ڏينهن

ڪري ڇڏي آهي. ڇا تو منهنجو اهو حقير تحفو اڃان لائين قبول نه ڪيو آهي؟

"ها! ها! مون کي" قبول آهي پيارا. آئون بلڪل وڏي ۾ وڏي خوش قسمت انسان آهيان، جو مون ناقص کي تو اهڙو قيمتي هديو پيش ڪيو آهي.

هڪڙي ڏينهن مون کيس چيو ته "شهلا" تـــ معلوم نـــ جئن پنهنجي محبت ۾ ترقي ۽ استواري ٿيندي وئي. ليڪن ليڪن منهنجي دل ۾ ڏڪڻو ۽ منهنجي سمي ۾ مٺو مٺو درد ۽ اکين ۾ سيلاب اشڪ پيدا ٿيندو رهي ٿو. ۽ ڪڏهن هڪ نا معلوم ڪيفيت جي خلش نظر ايندي رهي ٿي. ۽ معلوم ٿيندو آهي ته ڄاڻ هن مسرت ۽ انبساط جي زندگي بسر ڪرڻ کان روڪي رهيا آهيون. جيترو تو انهن موهوم خيالن کي دور ڪرڻان اوترو وئي وڌيڪ ستمگر ٿيندا رهن ٿا. آئون ان جو سبب معلوم ڪري نٿو سگهان.

"پيارا! الله امن ۾ رکندو. تون اهڙن خيالن جي پٺيان حفو نه ڪر. آئون تو کي اڳي چئي رهي آهيان، ته پنهنجي محبت کي ڪابه طاقت فنا ڪري نٿي سگهي. تو کي موت جو انديشو ٿيو آهي. ليڪن موت به اهڙن هرگز ڪري نه سگهندو. موت ڇا هي؟

موت ڪجهه نه ناهي! موت خود هڪڙي ڪمزور ۽
مجبور شيءِ آهي. اهو ڪجهه نه بگاڙي نٿو سگهي.
محبت کان قوي ڪابه شيءِ ڪانهي. ٻار کي ڪير
به جدا ڪري نٿو سگهي. منهنجي تخليق صرف ان
لاءِ ڪئي وئي آهي ته ٻار سدائين هڪ ٻئي سان
جڙجي اچي وڃن. قدرت ٻار کي ان لاءِ پيدا ٿيو آهي
ته ٻار ٻئي هڪ ٻئي ۾ اهڙين مدغم ٿي رهون. جو
ڪنهن کي به پتو نه پوي ته تون ڇا ۽ آئون ڇا
آهيان يعني آئون ۽ تون جو سوال ئي مٽجي وڃي.
ان فضول خيالات کي منهنجي دل مان ڪڍي ڇڏ.
مسرت ۽ خوشي جي ڏينهن ۾ هروڀرو ٻار کي پريشان
نه ڪر —

ســگهڙا، تنهنجي اها حقيقت ڀري منهنجي دل
۾ سونهري اميد پيدا ٿي آهي. نهو. موت زماني
جي نشيب و فراز جو خيال دل مان ڪڍي ڇڏيو.
پس ساريءَ دل ۽ دنيا ۾ موت کي تون ئي نظر اچي
رهي آهين. تبو اڄ منهنجو سارو غم غلط ڪري
ڇڏيو. تون واقعي منهنجي اميدن جي هڪڙي نئي
بها ۽ سرور بخش بهار آهين. منهنجو شيرين نغمون
واقعي حيات بخش آهي. اڄ موت کي معلوم ٿي ويو
ته دنيا ۾ هڪ اهڙي به شيءِ آهي جا آسمان کان
زياده وسيع — سمنڊ کان زياده عميق — ۽ موت کان

۽ اھڙو - شوق ۽ محبت جو ھڪ سال ھو. رات جي خاموشي - چنڊ جي ڪرڻن - سبز ۽ دراز درختن - نھرن جي لطف اندوز لھرن - عطر بيز ۽ بادہ ريز فضائن - فورا باغ کي ان عالم ۾ پھچايو - جتي انسان - محبت جي حقيقت کان سواءِ باقي سڀ ڪجهه وساري ڇڏي ٿو - ۽ ڪيس ڪڏهن به اھڙين معلوم ٿيو ٿئي - ته آئون عظمت ۽ بزرگي جي راحت ڪده ۾ آھيان - يا جنون ۽ ديوانگي جي حيرت زار ۾ -

حسن و جمال شھدا جي رعنائين ۽ دلفريبين مون کي روحاني دنيا جو سير ڪرائي ڇڏيو - آئون ھر وقت تصور ۾ ڏسندو - ھن جي چشم الفت مان سيراب ٿيندو رھندو ھوس - ھن جا محبت ڀريا الفاظ منھنجي دل جي گھرائين ۾ روشن ھوائي بتي چمڪندا رھندا ھئا - جڏھن حسن - عشق ڏانھن مائل ٿيندو آھي - تڏھن ڪائنات به متعجب ٿي ويندي آھي "شھدا" محبت ۾ بلڪل ديواني بڻجي چڪي ھئي، منھنجي عدم موجودگي ۾، ھوءَ تمام غمگين گذاريندي ھئي - ۽ سارو عرصو، منھنجي اچڻ جي راہ تڪيندي رھندي ھئي - مون سان به ذري گھٽ اھا ساڳي حالت ھئي - جڏھن آئون ان کان جدا ٿي ٿيڻ جو واعدو ڪندو ھوس، تڏھن ھوءَ مسرور ٿي والھانه انداز ۾ مون کي اھڙين چنڊن ۾ ويندي ھئي -

جنهن ماءُ جي مٽ، ڪرڻ وارو قول ڪئي. هاءِ!
ڪهڙي نه معصوم صورت، ۽ ڪهڙي نه القدس آب
فطرت هئي، پيارا شهدا، سچ پچ ته هو مهندي
محبت جي رنگن ۾ رنگيل هئا، ۽ مهندي فطرت جو هڪڙو
حسين جذبو هئي، آخر اسان جي محبت جي خبر
چوطرف ڦهلجي وئي، مهندڙا والدين، جي بلڪل
معزز ۽ معتبر ليکيا ويندا هئا، انهن کي اها ڳالهه
تمام ناگوار لڳي ته آئون ڪو ڪنهن خاندان بدوش،
غير معروف، ۽ مفلس ڇوڪريءَ سان محبت ڪريان.
ان ڪري مون کي، مهندي شاهدا کان جدا ڪرڻ
جي لاءِ، زبردست گهات گهڙڻ ۽ ڪوشش ڪرڻ
لڳا، ليڪن مهندو نڪاح مهندي چاچي جي ڌيءُ
سان وڃي چڙهيو مون هزارين دانهون ۽ ڪوڪون
آزيون ۽ التجائون ڪيون، ليڪن مهندي هڪڙي
نه هلي. مجبوراً مائٽن جي رضا مندي خاطر مون
ماٿ ڪئي -

آسمان پاسو ورايو، قدرت رنگ بدلايو، فطرت
۾ تبديلي آئي، بهار کي خزان ڦابو ڪيو. نظام
۾ لغش لڳي لڳو، فضا ۾ لرزش پيدا ٿي. تقدير مائل
به گردش ٿي. مهندون سک جون ساعتون، غمن
جي گهڙين ۾ مٽجي ويون. شهيد کي به مهندي
نڪاح جي سڄي خبر پئجي وئي، مون هن سان واعدو

چيو هو، ته "آئون سدائين لهندو تي رهندس،"
اڄ مسان لهندي ان واعدي تي پورو لهان ۽ ان ۾
هوس، شهلا وچاري جي غريباڻي جهوپڙي رلجي ۽
مصيبت جي گهوارو بڻجي، پئي، آسمان آتش، ۽
زمين هين تي زهر هارڻ لڳي.

هفتي کان پوءِ آئون هن جي، گهر ويس سڀئي گهر ۾ پاس
۽ حرمان جو سمالو ڇانيو پيو هو. شهلا جي چهري تي
ڪارا وار ڇڙي ماتم ڪري رهيا هئا، اهي اکيون
جني بهار جي حسن، ۽ سبز زارن جي تازگيءَ جو
مشاهدو ڪنديون هيون، اڄ انهن اکين ۾ ياس
جهڙي غضب ناڪي ۽ افسردگي ڇانيل پئي هئي،
آهي ڪن جي دلڪش لهر جي ڪناري تي مقدس
جا نغما پڙهندا هئا، اڄ انهن ڪسي دوزخ جي چيخ
۽ پڪار کان سواءِ پيو ڪجهه نه پڙهڻ ۾ ٿي آيو، هاءِ!
ڪهڙو نه خوشگوار هو زمانو، ۽ ڪهڙا نه شيرين
هئا، ان جا خواب:- هاءِ، ڪهڙيون نه
تلخ آهن، اڄ غم جون ڪاليون ۽ ڪهڙيون نه زيادهه
آهن ان جون خوشيون. آئون "شهلا"
جي افسرده چهري ڪي ڏسندو رهيس.
منهنجا ڪن هن جي آهستي لڪرندڙ ساهه مان
ان جي روح جو فرياد پڙهندا رهيا ٿي. منهنجو دماغ
ان جي متعلق ڪجهه سوچي رهيو هو. فضا تي ار

سڪوت طاري ٿيل هئي، اڪدم مون کي ائين
معلوم ٿيو ته گوياڪ زمانو هلي هلي بيهي رهيو آهي
۽ هستي ميدان تي روپوش ٿي وئي آهي. ان جي
سهڻي ۽ وڏين اکين کان سواءِ. جي منهنجي روح ۽
پاڪ نفس کي ٽڪي رهيون هيون ٻيو ڪجهه به
نظر ۾ ڪو نه ٿي آيو. ۽ هن جي ڳڏن هٿن کانسواءِ
جي منهنجي هٿن ۾ هئا. ٻيو ڪجهه به محسوس نٿي
ٿيو. آئون، ان عالم خود فراموشيءَ ۾ هوس ته شهلا
کي هٿن آهستي آهستي چوندو ٻڌم:-

"ڪجهه ڳالهائي وٺ! ان ڪنان... اڳي ... جو
مستقبل ... منهنجي هولناڪ ...... ۽ دهشتناڪ زاوين...
سان ... مون تي حملو ڪري ... منهنجي ڪمزور سي ...
۽ مفلسيءَ جو نقشو — جلد منهنجي جوش نصيب
هٿن سان چٽي وٺ — ان نقشي کي ساهه سان
ساهه ج — ڪان — نه آئون ڪنهن وقت — هن مظلوم
— ٻي واهه — جي يادگيري ٿيو — تون عنقريب
قانون ارضيءَ جي آڙ ۾ — هڪ ٻيءَ زندگيءَ جو
حق ٿي رهندين — اهو ڏينهن جلد نه. ايندو —
ڪيترو نه طويل زمانو درميان هجي. نه نه ايندو —
اهو ڏينهن جلد هن اون. منهنجي زندگي حيات جو
حق — هاءِ! ...... ڪهڙو نه عجيب هوندو اهو
ڏينهن — ڪيترو نه شديد هوندو. ان جو تاثر —

اڄ منهنجو روح بلڪل مضطرب آهي- منهنجي چوگرد ڇڪر لڳائي- منهنجي مظلوميت جو داد گهري رهيو آهي. اڄ دنيا منهنجي بلڪل تاريڪ ۽ خوفناڪ صورت اختيار ڪئي آهي- جا منهن جي محبت جو گلو گهٽيندي رهي ٿي — پلي گهڙي — گهڙي زور ڪري —— ان ڪان اڳي چند ڏينهن تون ...... شهنا روئي ڏنو!

هن جي ڏکندڙ چپن ۽ وهندڙ اکين کي ڏسي مون کي نه روئڻ اچي ويو- ؟ آئون نه بي اختيار روئڻ لڳس- ۽ شهنا کي پرچائڻ جي خاطر چيم ته ”پياري شهنا“ تون روئو نه — آئون نه لوڪن وساري ٿو سگهان — مجبورا مائٽن جي رضامندي خاطر مون زبان سان ها ڪئي آهي- ليڪن دل پر اڃان نه انڪارتي انڪار آهي- منهنجي دل- لوڪان سواءِ پي ڪنهنجي نه ٿي ٿي سگهي. منهنجي دل! جنهن تنهنجي اڳيان ”ها“ ڪئي آهي- تنهنجو پي ڪي ”نه“ کان سواءِ پيو ڪو نه جواب ڪونهي- تون نه روئو! - پياري شهنا! تون روئو نه- تون باغ هستيءَ جي هڪ خوش نوا بلبل آهين — تون روئڻ جي لاءِ نه- پر نغمه سرائي جي لاءِ پيدا ڪئي وئي آهين.

”نه! نه!! پيارا دوست! هن بلبل کي روئڻ گهرجي ڪيستائين؟ جيستائين هن جي عمر جو صبح ٿئي جيسين منهنجي چمن زندگي مان خزان ختم ٿئي- جيسين

ڪانئين منهنجي زندگيءَ جي راهه تي ڪو به ڪنڊو باقي نه هجي.

منهنجا محبوب!! مون کي روئڻ کان نه روڪ، ان روئڻ مان ئي مون کي زندگيءَ جو لطف اچي ٿو. تون هروڀرو ٻين جان ٻرندي جا ٻر نه ٻڌ، ڪٺل کي ڦٿڪڻ کان نه نه روڪ!! مائٽن جي مرضي!— ڌيئن کي خون ڪرڻ جي لاءِ، مائٽن جي مرضي اف! ستمگار زمانا!! اف!!!! مسڪيني ۽ مفلسي!!!! هن ٿڌو شوڪارو ڀري ماٺ ڪئي.

”شهنا“ تون هروڀرو پاڻ کي ائين برباد نه ڪر! آئون چوان ٿو ته منهنجي دل نه تنهنجي ئي حوالي آهي نه—؟ پوءِ تون ڳڻتي ڇاجي ٿي ڪرين. تون ڪابه ڳڻتي نه ڪر آئون تنهنجو آهيان ۽ سدائين تنهنجو ئي رهندس! مون هن کي مٿي تي هٿ گهمائي چيو ”منهنجا حبيب! شايد تنهنجو چوڻ برابر هجي— تون برابر منهنجو هجين، پر منهنجي دل، جا هزارين مصيبتن جو مرڪز بڻجي چڪي آهي. سا ٿياڳي به نه سمجهي سا—؟ سچ پچ ته، آئون هن وقت هڪ لٽيل زندگيءَ جو دروازو لڪي رهي آهيان، آئون هن وقت هڪ الاڻيءَ عورت جي مثل آهيان، جا ڪرڻ جي ڏپ کان. ڪنهن پيٽ جي ٻار لئي هلندي رهي، آئون هڪ عصمت فروش عورت

آهن، جڏهن ٻڌندين، محبت کي دنيا جي لالچ لي
يا حسن جي جهلڪ ۾، يا ڪنهن جي چرب زبانيءَ
جي ڪري ڏن ڪاوڻ ٿي وڪيو. آئون هڪ مفلس
۽ بيڪار عورت آهيان. تو کي معلوم هجي ته مفلس
جي محبت، محبت نه ڪٺي ويندي آهي. مفلس جي
محبت گويا هٿ جو وڪر آهي، جا دنيادار چار
پيسا ڏئي ضرورت وقت وٺندا رهندا آهن. ڪمزور
۽ مفلس عورت، دليا دار ۽ قوي مرد کي چاڪري
سگهندي. زندگي اوهان جي لاءِ هڪڙو ڪليو رستو
آهي، جڏهن رستي تي طرحين طرحين ۽ نازڪ
ٽڪرڙيون ڪليون ٽڪرڙيون پيون آهن. جڏهن مان وٺو
ٿڌهن مان ـ جتان ڪوڙ ڪن الان واس وٺندا رهو. توهان
پنهن جي دل جي چراغ کي ڪٺي ميدان ۾ هلندا
آزادگيءَ سان گفتگو ڪندا. پنهنجي خواهش کي
تڪميل تي پهچائيندا رهو، اوهان تي ڪانه ڪرفت.
ڪونه حرف و حساب، ڪانه مهار ڪانهي، چاڪاڻ
ته اوهين مرد آهيو، اوهين دليادار ۽ مغرور
سرمائيدار آهيو، اوهان کي اوهان جا مائٽ، مفلس
عورت جي اڄ لٽڻ جي اجازت ڏيندا آهن، باقي
شرافت طرح، هن ٻني حوالي ڪرڻ کي وڏو عيب
سمجهندا آهن، ظالم، ۽ مغرور........ هن ڪاوڙ مان
منهن ڦيرائي ڪٺي ماٺ ٿئي.

پياري! خدا تون ڄاڻين ٿو ته ان ۾ منهنجو ڪهڙو قصور ڪونهي. آئون پيار ......... "آئون پيار" هن منهنجي ڳالهه کي اڌ ۾ روڪي چيو، "ڇا ڪريان؟ تون برابر هن وقت ڇا ڪندين؟ تون مون سان ان لاءِ واعدو ڪندو رهندو هئين ته هن جي عزت خاڪ آلوده ڪريان؟ تون عالم الغيب ذاتين آن لاءِ مون کي اڏائيندو هئين ته آئون ڏکي دوزخ جي ٽري ۾ ڪري پوان؟ تون صرف ستل بخت سان حرام شوق ۾ داخل ٿيندو رهندو هئين ڇا؟ تون منهنجي هن لعل لبن ۽ گلابي رخسارن کي ياد شب جي لطف موجن ۾ ان لاءِ ڏيندو هئين؟ ڪاڻ ته تون انهن مان گهڻو سارو لطف وٺي، پوءِ انهن کي شڪسته ساز وانگي ڪنهن اونهي غار ۾ ڪري ڦٽو ڪريان؟

نه مون کان ڪا اهڙي غلطي ٿي آهي، نه ڪنهن مهر ممنوع کي مون هٿ لڳايو آهي، پوءِ ڇو خوامخواه مون کي زندگيءَ جي بهشت مان ڪڍي، جهنم جي ٽري ۾ اڇلايو وڃي ٿو.

"پياري شهدا!! آئون نه توکي ڪنهن به حال ۾ ڏوکو ڏيڻ نٿو گهران، توکي ته هن وقت به اهوئي ٿو گهران جيڪو اڳ ۾ گهرندو هوس. اهو محبت جو پيالون بوسو، جو گوياڪ شراب جو پيالون پيالو هو، جنهن کي حسن و جمال جي ساقي، پنهنجي هٿن

سان مون کي پيارو هو، سو مون کان اڃان تائين
نه وسريو آهي ۽ نه وسرندو. پياري! توهانجي محبت
روحاني زندگيءَ جي غزل ۾ گويا هڪ مطلع آهي
يا صحيح حقيقت جي ڪتاب جو هڪ سر ورق،
منهنجي زندگي ۽ منهنجي روحانيت توهانجي محبت
سان وابسته آهي. مون کي نه اهو وقت ۽ واعدو ياد
آهي. جنهن وقت پاڻ پنهنجا چارئي چپ ملائي، چمو
هو نه پاڻ ڪڍهن ۽ هڪ ٻئي کان جدا نه ٿيندا سون
ان وقت منهنجي دنيا عرش خداوندي سان وڃي
ملي هئي، مون کي سڀ ڪجهه ياد آهي، ياد آهي
جو وصال جي گهڙين منهنجي ٻنهي دلين کي مضبوط
ملائي ڪمزور زماني جي مقابلي ڪرڻ جو واعدو
ڪيو هو، هن وقت منهنجي ڪتاب زندگيءَ جا ورق
منتشر ٿي رهيا آهن، پاڻ ئي انهن کي جمع ڪري،
ساڳي ڪتابي صورت ڏيندا سون. گذشته لذتن جي
سعادت جي صورت ۾ اڃا تائين دل ۽ دماغ ۾ موجود
آهي. جنهنجي وسيلي زندگيءَ جا مشڪل مسائل،
هڪ هڪ ڪري حل ڪري سگهون ٿا، جي دافعه،
جي اسان تي ڪڏري وهيا آهن. جن کي پاڻ بدبختي
يا بدقسمتي ٿا سمجهون. سي ئي زندگيءَ جي صحيح
حقيقت کان آگاه ۽ خبردار ڪندا. مون کي يقين آهي
ته تون ضرور ان خالق ڪائنات جي شڪل ڪري ٿي

دلنواز! منهنجي دل جا لال! منهنجي لعل لبن جيئن
محتاج آئون نه وساري سگهندس تون منهنجا آهين عنقريب
منهنجي غمن جون گهڙيون ختم ٿيڻ وارن جون ساعتون
ٿينديون. تون فڪر نه ڪر. خدا جو قسم! آئون هڪ
اهڙي زندگي تصور ڪري رهيو آهيان. جا دائمي
حسن ۽ جميل زندگي آهي. اها زندگي جا منهنجي ۽ تنهنجي
ملاقات کان شروع ٿي آهي، اها عنقريب ڪامل
زندگي بنجي پوندي. تون مون کي معاف ڪر
آئون سڀ ڪجهه تو تان قربان ڪرڻ وارو آهيان،
منهنجي دل، دنيا ۽ دين، ساه ۽ سر. حياء ۽
شرم مون سڀ ڪجهه تو کي ارپي ڇڏيو آهي،
هاڻي باقي بچاءُ نه، تو کي ڪهڙي شيءِ آهي جا آئون
تو کي ڏيڻ جي لاءِ تيار نه آهيان؟

منهنجا محبوب! مان فقط اهو ٿي گهران ته تون
مون دل و جان سان گهر ـ اهڙين گهر! جهڙن شاعر
پنهنجي غمگين افڪار کي گهرندو آهي. آئون گهران
ٿي ته تون مون کي هر وقت ۽ هميشه ياد ڪندو رهه
اهڙين ياد ڪر جهڙن اڃايل مسافر، شربت ۽ ٿڌي چشمي
کي، بکايل لذيذ طعامن سان ڀريل دسترخوان کي،
زاهد ماهه صيام کي، حاجي بيت الحرام کي، بلبل گلستان
کي، سڪندر آب حيوان کي، ناز و نعمت کي، ۽ قيدي
آزاديءَ جي ڏينهن کي ياد ڪندو آهي.

پيارا! سچ پچ ته ڪهڙي حالت اڄ ان دوشيزه
ٿي آهي، جا جوانن جي خوش ڪرڻ جي لاءِ پنهنجي
جي حسن جي نمائش ڪري ٿي، پوءِ اها پنهنجي اولاد
پيدا ڪري، اولاد جي پرورش جي لاءِ، پاڻ جون
راتيون ننڊ ۽ آرام ترڪ ڪري ۽ آئينده انساني نسل
جي بقا خاطر پنهنجي قوت ۽ طاقت خرچ ڪري
پوءِ جڏهن پوڙهي ۽ سڪي ٿي. تڏهن ان کي حقارت
۽ نفرت جي نگاهه سان ڏسي گهر کان ٻاهر ڪڍي
ڇڏجي. افسوس انسان ڪيترو نه ظالم ۽ سنگدل آهي!

اي انسان! ڪيترائين پنهنجي ظلم جا اعليٰ نمونا
ٺاهيندو رهندو آهين. اهي محل - جن کي تو مظلومن
جي خون سان رنگين ۽ لال زار بڻايو آهي، ڪيترائين
انهن بيڪس ۽ مظلومن کي وساريندو رهندو آهين. جن
جي ڇمڪندڙ اکين جي روشنائي. رات جي اونداهين
۾ تو ان جي لاءِ ختم ڪئي آ. تون انهن مان ڏينهن
جي روشنائي جو پورو پورو فائدو حاصل ڪري سگهين
تو مظلومن کي ان جي لاءِ تنگدست ۽ مفلس بڻايو،
تان ته تون پنهنجي ترقي جا اعليٰ مدارج آسانيءَ
سان طي ڪري سگهين، اي ظالم ڪر، جيڪي ڪي
تو ڪي ڪرڻو هجي. پر اي زبردست! تون زبردستن
۽ ضعيفن جي آهن جي اثر کان ڪڏهن به بي خوف
۽ بي پرواهه نه رهجانءِ!—

پيارا! تون مون کي وڌيڪ جفا نہ ڪر، مون ۾ هن جي جدائيءَ کان هٿ ڌوتا، آئون هاڻي ٿڪل مسافر وانگي پنهنجي جدائيءَ جي اڌ رستي تي ٿڪجي اچي ٽڪي آهيان. دعا ڪر تہ باقي رستو بہ طي ڪري. هر جدائيءَ جي قيد کان آجي ٿيان. منهن جي جدائي جو سارو چمن اجڙي برباد ٿي ويو آهي. آئون چئني طرف ڇڳي طرح ڏسي رهي آهيان، ليڪن مون کي پنهنجي ماضيءَ جو ڪوبہ اهڙو نشان نظر ڪونہ ٿو اچي. جنهن ڏانهن آڱر کڻي اشارو ڪري سگهان. نہ ئي منهنجي زندگيءَ جي بهار جو هڪڙو ڪومائل ٻوٽو آهي، هان! البتہ گناهن سان ڪارا ڪيل چند ورق. گناه آلوده دامن عصمت جو هڪڙو ناسور. ڪتاب زندگيءَ جا چند منتشر صفحا، منسوخ ٿيل ٻہ ٽي نقش، منهن جي خيال ۽ افڪار جا ڪي ڪي مٺا مٺا خواب، نظر ايندا رهن ٿا. سي بہ اهڙي طرح، جهڙيءَ طرح اناج جو داڻو مٽيءَ جي اندر ملول نظر ايندو آهي. ليڪن داڻي ۽ ان ۾ اڃان بہ ايترو فرق آهي، جو داڻي کي مٽيءَ جي تهن مان ڦٽي نڪرڻ جي اميد آهي، ليڪن منهن جي زندگيءَ جي اجڙيل نشانن کي، سڌرڻ جي نہ ڪا اميد آهي، انتظار ۽ نہ باقي آرزو، سچ ٿو پڇ تہ مون کي موت کان سواءِ ٻيو ڪوبہ انتظار باقي ڪونهي.

پيارا! تون مون کي وڌيڪ خفا نه ڪر، مون نن
جي خياليءَ کان هٿ ڌوتا، آئون هاڻي اڪيلو مسافر
وانگي پنهنجي خيالي جي اڻ رستي تي اڪيلي اچي بيٺي
آهيان. دعا ڪر ته باقي رستو به طي ڪري. هر
خياليءَ جي قيد کان آجي ٿيان. منهن جي خيالي
جو سارو چمن اجڙي برباد ٿي ويو آهي. آئون چئني
طرفن چڱي طرح ڏسي رهي آهيان، ليڪن مون کي
پنهنجي ماضيءَ جو ڪوبه اهڙو نشان نظر ڪونه ٿو
اچي. جنهن ڏانهن آڱر کڻي اشارو ڪري سگهان. ٻ
باقي پنهنجي زندگيءَ جي بهار جو هڪڙو ڪومائل
ٻوٽو آهي، هان! البتاً گناهن سان ڪارا ڪيل چند
ورق. گناه آلوده دامن عصمت جو هڪڙو پاسو.
ڪتاب زندگيءَ جا چند منتشر صفحا، منسوخ شده
پر ٿي نقش، منهن جي خيال ۽ افڪار جا ڪي ڪي
مٺا مٺا خواب، نظر ايندا رهن ٿا. سڀ به اهڙي
طرح، جهڙيءَ طرح اناج جو داڻو مٽيءَ جي اهن ۾ ملبل
نظر ايندو آهي. ليڪن داڻي ۽ ان ۾ اهڃاڻ به ايترو
فرق آهي، جو داڻي کي مٽيءَ جي تهن مان ڦٽڻ
۽ ڪرڻ جي اميد آهي، ليڪن منهن جي زندگيءَ جي
اجڙيل لتاڙيل ڪي، سڌرڻ جي نه ڪا اميد آهي، نه
انتظار ۽ نه باقي آرزو، سچ پچ ته مون کي موت
کان سواءِ ٻيو ڪوبه انتظار باقي ڪونهي.

مون سان کلي ڳالهاءِ! ڪال، اڄ، پياري شهيدا! تون ڏورڙو
مرڪ شهيدا!! خدا جو قسم ته تنهن جي مسڪراهٽ
مان ئي مون کي، منهن جي شاندار مستقبل هجڻ جي
مبارڪ بادي ملندي. شهيدا تون اُورڙو کل!! تنهن جي
کل سان ئي منهنجي زندگيءَ جي ساري خوشي ۽
۽ راحت وابسته آهي.

شهيدا!! محبت ۾ بداعتمادي وڏو گناهه آهي، آئون
سمجهان ٿو ته توکي منهن جي متعلق وڏا شڪ شبها
پيدا ٿي رهيا آهن، ليڪن شهيدا! آئون چوان ٿو ته
تون پڪ ڪري ڄاڻ ته منهن جي هيءَ محبت سان
لبريز دل، سدائين تنهنجي ٿي رهندي، هي منهن
جو سر سدائين تنهن جي قدمن ۾ ڪرندو رهندو.
هي منهن جا دست ۽ پاڪ ذهن ته تنهن جي خدمت
جي ادائي ۾ ڪوتاهي ڪا نه ڪندا. هي چشم ڪان
زياده روشن ۽ سر سبز شاداب چمن ۽ چوسول سب
تنهن جائي تفريح گاهه بڻجي رهندا. تون ٿي الهن ۾
نازڪ اندامي ۽ خوش خراقي سان سير ڪندي رهندينءَ
تون في الحال ڪجهو سنهن جي والدين جي اڄيان سر حد
ڪر، ضمير رضامندي جي ازدواجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن
به دوح راس اي نه رهندو. منهن جي هيءَ پيهالي
سڪونئي سندن ڪردن ۾ حمائل ٿيندي، اهي ڏينهن
پري ناهن، جڏهن ٻاڪ ٻکي ساڳي وادي ڪاٺن ۾

ڏهوڪڙي رهنداسون ، ساڳي سمر سبق ٻڌي ۽ عيش ۽ خوشيءَ جا ڏينهن ملهائيندا رهنداسون - اي منهنجي جي دل جا لال !! اي ڏينهن جلد اچڻ وارا آهن - جڏهن تنهنجي ڪنن ۾ بند ٿيل جون قيمتي املون لڙڪنديون ۽ آئون ريشمي زيور ، زرق ۽ برق لباس ۾ توکي ملبوس ڏسندس ، ۽ توکي پري ٻري جون حسين ۽ امير عورتون ۽ لاڏ ڀريون ڪنواريون اچي رشڪ آلوده نگاهن سان ڏسنديون ، تون ڪاله منهنجي قسمت ۾ ڪلي ، تون جي وسندا آهه ، سچي دنيا رسي ويندي " شهزادي !

" شل ڏينهن جو اوج ۽ اعليٰ مرتبو توکي نصيب ٿئي شهنا ڳوڙهن سان پرنل اکيون ڪٽي مون ڏانهن نهاري چوڻ لڳي - الله سائين مون ڏانهن زهر جيترو پيالو موڪليو آهي جنهن سان ڏيک ڪري پهچندي رهان ٿي - باقي ڪو ڏيک اڄ وڃي پهچو آهي ، دعا ڪر ته اهو باقي به صبر ۽ استقلال سان پي وڃان - آئون هاڻي اهڙيءَ ڏينهن مقدس ۽ زيبائش واريءَ زندگي جي قائل نه آهيان - مون کي هاڻي راحت ۽ اطمينان ۽ نصيب سان ڪو به واسطو ڪونهي - نه هاڻي مون ۾ ڪا اهڙي سگهه ۽ طاقت آهي ، جو انهن لذتن ۽ مسرتن کي برداشت ڪري سگهان - منهنجي وجود ۾ هاڻي سمر و تفريح ڪرڻ - ماهرد لباس بائڻ ۽ زيورن

جي زندگيءَ جو دور ۽ شوق ذوق نه رهيو آهي.
آئون هاڻي هڪ ڪنوارن ٻڪل ٻڪي والڪي زمين تي
رڙهندو ڏئي رهي آهيان - مون ۾ هاڻي، آسمان ڏانهن
پرواز ڪرڻ جي طاقت ڪانهي - خدا جي واسطي تون
مونهن جي اڳيان عيش و فرحت، زينت و زندگي ۽ سعادت
۽ ڪامرانيءَ جون ڳالهيون نه ڪر، اهي ڳالهيون اي
۽ وڌيڪ مونهن جي دل کي آزار ۽ ڏکوئين ٿيون
مون کي هاڻي ڪلموش واديءَ جي صورت ڏسڻ لاءِ
نه ڇڏ، انهي وادي مون کي هاڻي خوفناڪ بلائن وانگي
ڊيڄاري ٿي، تون خوش قسمت آهين، خدا تو کي
خوش رکي، تون ڀلي عيش ۽ آرام ۾ گذاريندو رهه،
تو کي آئون هر دم دعا ڪندي رهان ٿي، تقدير
تو کي راحت ۽ اطمينان جي مسڪن ڏانهن ۽ مون کي
مصيبت ۽ ڪشمڪش جي آماجگاهه ڏي سڏي رهي
آهي. عنقريب هڪ خوش نصيب عورت! تنهن جي
حسن مان سعادت، ۽ روح مان پاڪيزگي حاصل ڪندي
۽ آئون بد نصيب هاڻي بخت ٻي طالع جي گردش
۾ اچي، ڪمبخت راهه مسافر وانگر وحشت ۽ تنهائي ۾
ڀٽڪندي رهندس، هاڻي تو کي فقط اهو عرض ٿي
ڪريان ته تون مونهن جي ڪلي کي کڻي، باقي بچيل
پساهن مان مونهن جي جند ڇڏاءِ، مرن کي پنهنجي
هٿن سان خاڪ آلوده ڪري دنيا جي لعنت ۽ ملامت

کان سون کي بچاءِ!

سون ڏٺو ته شهدا منهن جي چوڻ تي هيڏعاري وڏيءَ کي خفا ٿئي، اڪري ڪنهن وڏيءَ چوڻ مناسب نه سمجهيو، ۽ آئون هن کي سنئل ڏني، آهستي آهستي هلندو آهي.

منهن جي شادي خانه بربادي‌ءَ جي تياري خوب طرح سان ٿي رهي هئي، آئون شادي ۾ گهڻو راضي ڪونه هوس، ڇاڪاڻ ته منهن جي دل هيس کان اڳي ڪنهن ٻي جي حوالي ٿي رهي هئي، باقي جسماني طرح شادي ڪرڻ، اهو ٻالو شادي ناهي.

اڄ ڪلهه جي شادي به هڪ قسم جي تجارت ٿي پئي آهه جا گهڻي قدر مضحڪه خيز به آهه، ته ماتم انگيز به. اهڙي تجارت گهڻو ڪري ٻه جوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا والدين ٿا ڪندا آهن، جهڙو ڇوڪر يا ڇوڪري سامان تجارت وانگي ڪنهن جي حوالي ڪيو ويندو آهي، سو ننهن جي زندگيءَ جي مسرتن کان هميشه جي لاءِ هٿ ڌوئي ويهي رهندو آهي، گهڻو ڪري اهڙو ظلم دوشيزائن سان ڪيو ويندو آهي. ڇاڪاڻ ته عورت ٿي رهاري ڪمزور ۽ ضعيف الدماغ چيز آهه جنهن کي چون و چرا جي ڪا به اختياري نه ڏني وئي آهه.

البتاً موجوده تمدن عورت ذات جو ڪجهه درجو وڌايو

آه، جا ڪالهه تائين هوءَ هڪ خوش نصيب خاندان هئي ۽ ڪيترا
هڪ بدقسمت بيگم آهه. اڳي هوءَ ناميارا هئي ۽ ڏورا جي
روشنائي ۾ هلندي هئي، ليڪن هاڻ هوءَ بيھ آهي
جا ڏاس جي اولادن ۾ نوڪرن ڪانئيندي ولي ٿي
ڪالهه هوءَ پنهنجي جهل جي وجهه کان حسين، پنهنجي
حي سادگي جي وجهه کان ممتاز، ۽ پنهنجي ڪمزوري
جي وجهه کان قوي هئي؛ مگر اڄ هوءَ پنهن جي ناز
انداز جي وجهه کان ناديده، پنهن جي تصورات جي
بدله کان تهذيب کان ڪري، ۽ پنهن جي قياس آرائي
جي وجهه کان، دل جي دنيا کان ڪوهن جا ڪوه
دور ٿي رهي آهي. ان جو خاص سبب مردن جي
جلباس آهي. جا انهن جي حرص ۽ طمع کي عا
ڪري هن کي درد وڪرب ۾ وجهي- ڪين دو
پنڪائي ٿي. اِها واقعي عورت ۾ حسن سان گڏ
بصيرت دانائي؛ ۽ ناز و انداز سان گڏ عظمت ۽ اختيار
۽ جسماني ڪمزوري سان گڏ روحاني قوت به
موجود آهي.

آئون، ان بد نصيب "شهدا" جي داستان هماش
۽ ان جي غمزده دل جي خيالات جي عڪاسي ڪري
رهيو آهيان، جنهن کي مخصوص پنهنجي مسترڪن سا
نيست نه نوازيو سواءِ نوازيو، اڄ پنهنجون اکيون، ا
مظلوم عورت جي صدمه فراق جي ذڪر کان اشڪ آلوده ٿي
رهيون آهن. آئون پنهنجا آنسون، ان ڪمزور

رس جي. سرگذشت زندگيءَ لاءِ وقف ڪيان ٿو،
و بهاري زندگيءَ جي پرئي آغوش مان نڪري،
ت جي بدبخت بغل ۾ اچي وئي- اڄ ان مظلوم
رس جو وجود، قوم جي مظلوميت تي دلالت
ري رهيو آهي؟ آها عورت جا، روحاني ميل،
جسماني قيد جي درميان مبتلائي درد هجي؟ سڀا
قوم جي مثال واڳي ناهي؟ جا حاڪمن ۽ مذهبي
ون جي درميان مبتلائي عذاب هجي- ڇا؟ اها
شده جذبات! حسين ۽ نوجوان عورت کي قبر
ن ڪري ۾ پهچائي؟ ڇا ان هديد طوفان جهڙي
ي، جا حيات قوم کي خاڪ ۾ ملائي؟ عورت
رجي لاءِ اها عيشمست رکي ٿي. جئن چراغ جي لاءِ
شنائي. پر جيڪڏهن چراغ ۾ روغن نه هوندو
، ڪيئن هو روشنائي حاصل ڪري سگهندو.
اڄ مذهبي شاديءَ - شادي نه پر ان دلين جي
اديءَ - قتل ۽ غارت جي رات هجي حسن جي
يءَ جي درميان، ۽ زندگيءَ جي چشمي جي
ياري تان، بي دست و پاءِ مون کي گرفتار
ري، هڪ خوشبودار ڦول ۽ محبت جي حسن
ام ڪان مون کي محروم ڪيو ٿي، ۽ پوءِ مذهبي،
هش ڪي، انساني اصطلاح ۾ عار، ۽ مذهبي اصلي،
دلبه شمار ڪيو ٿي وار، مون کي دنيا جي

جي زندگي جو ذرو ذرو شوق ذوق ۾ رهيو آهي.
آئون هاڻي هڪ ڪهڙين نئين نڪتي واري زمين تي
ريڙهيون ڏئي رهي آهيان- مون ۾ هاڻي آسمان ڏانهن
پرواز ڪرڻ جي طاقت ڪانهي- خدا جي واسطي تون
منهن جي اڳيان عيش و فرحت، ڀلي ۽ زندگي ۽ سعادت
۽ ڪامرانيءَ جون ڳالهيون نه ڪر، اهي ڳالهيون اڄ
۾ وڌيڪ منهن جي دل کي آزارين ۽ ڏکوئين ٿيون
مون کي هاڻي گلپوش واديءَ جي صورت ڏسڻ لاءِ
نه ڇڏيو، انهيءَ وادي مون کي هاڻي خوفناڪ بلائن وانگي
ڊيڄاري ٿي، تون خوش قسمت آهين، خدا تو کي
خوش رکي، تون ڀلي عيش ۽ آرام ۾ گذاريندو رهه،
توکي آئون هر دم دعا ڪندي رهان ٿي، الله پر
توکي راحت ۽ اطمينان جي مسڪن ڏانهن ۽ مون کي
مصيبت ۽ ڪشمڪش جي آماجگاهه ڏي سڏي رهي
آهي. عنقريب هڪ خوش نصيب عورت! تنهن جي
جسم مان سعادت، ۽ روح مان پاڪيزگي حاصل ڪندي
۽ آئون بد نصيب هاڻي بخت بي طالع جي گردش
۾ اچي، گمشده راهه مسافر وانگر وحشت ۽ تنهائي ۾
ٿڪندي رهندس، هاڻي توکي فقط اهو عرض ٿي
ڪريان ته تون منهن جي گلي کي گهٽي، باقي بچيل
ساهن مان منهن جي جند ڇڏاءِ، مون کي پنهن جي
هٿن سان خاڪ آلوده ڪري دنيا جي لعنت ۽ ملامت

ڪان موٽڻ کي چاهه!

موجوده دور ۾ گهڻا ماڻهن جي ڇوڪرين جي همٿڪاري ڏيڻ لاءِ خفا ٿئي، اڪري ڪيس وڌيڪ ڇوڪرن بنسبت نه سمجهن، ۽ آئون هن کي سنڌ ڏسي، آهستي آهستي هلڻ آئي.

منهن جي شادي حالا بربادي جي تياري خوب طرح سان ٿي رهي هئي، آئون شادي ۾ گهڻو راضي ڪونه هوس، ڇاڪاڻ ته منهن جي دل هن کان اڳي ڪنهن ٻي جي حوالي ٿي رهي هئي، باقي جسماني طرح شادي ڪرڻ، اهو ڪا شادي ناهي.

اڄڪلهه جي شادين ۾ هڪ قسم جي تجارت ٿي رهي آهه جا گهڻي قدر مضحڪه خيز به آهه، نه ماتم انگيز به. اهڙي تجارت گهڻو ڪري نوجوان ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن جا والدين پاڻ ۾ ڪندا آهن، جهڙو ڇوڪر يا ڇوڪري سامان تجارت وانگي ڪنهن جي حوالي ڪيو ويندو هي، سو ماڻهن جي زندگيءَ جي مسرتن کان هميشه جي لاءِ هٿ ڌوئي ويهي رهندو آهي، گهڻو ڪري هڙ ۽ ظلم دوشيزائن سان ڪيو ويندو آهي. ڇاڪاڻ عورت ٿي رهاري ڪڪدام ۽ ضعيف الدماغ چيز آهه جنهن کي چون ۽ چرا جي ڪا به اختياري نه ڏني وئي آهه.

البتا موجوده تمدن عورت ذات جو ڪجهه درجو وڌايو

شادي، خانه آباديءَ جو سور سلو نه ٿيو عورت :
۽ سيڪڙو سڀ سکون لئي، ليڪن تنهنجي
محبوب کي ان جي آغوش ۾ ڏسڻ سڀ نه سگهندي،
خدا جي واسطي. مون کي ڪلهن ته با وفا ڄاڻي،
ياد نه ڪج، مان تنهنجي ياد جي لائق نه آهيان.
مون کي هاڻي وساري ڇڏج، مان هاڻي هڪ
اهڙيءَ جاءِ ڏي وڃي رهي آهيان، جتان وري
موٽڻ مشڪل آهي. منهنجي ننهان لڳي، هاڻ ڪي
ڏنڪ ۾ نيمان نه ڪج، تنهنجي شاديءَ جي لوکي
مبارڪ هجي. خدا سائين، جوڙي کي سلامت رکندو.
تنهنجا بيچاريءَ جا سلام قبول ڪج، خدا حافظ.“
بد نصيب ”شهنا“

خط پڙهندي، منهنجي اکين مان سيلاب اشڪ
جاري ٿي ويو، آئون وري به هڪ دل دردالهن ڪري،
بي هوش ٿي ويس جڏهن هوش ۾ آيس تڏهن ڏٺم، بيچاريءَ
شهنيءَ جو وڇوڙل جسد، منهنجي اڳ ڪس ۾ مهجور
خيال ٿيو خاموش لوح جوان ٿي رهيو هو. سڄارن
جي اکين مان ڳوڙها هڪ ٻه ٿي ڪرندا رهيا ٿي،
مگر، منهنجي معصوم دل جي شڪسته ٽڪ اي-
ظهار غم جي لاءِ اجان به سياه پوش هو، ڪائنات
۾ ذرو ذرو منهنجي مصيبت ۾ مون سان شريڪ
ٿي رهيو هو. آئون پنهنجي حواسن ۾ هڪ ڪيف

ٻڏو ٻڏل محسوس ڪري رهيو هوس، وسندي ٿڌي
ٻهڪل وڻ، ڏيو جي ٻاچي وانگي ڏيکاڻي ڏئي رهيا
هئا، روشنائي جا سونهري ڪرڻا، وڻن جي ڪارڙن
مان - ٻارڙڪ ٻرن وانگي، انهن مان اڏامي منهنجي
ساه ۽ سڏڪي سان ٻئو ستڻ ٿڃندا رهيا ٿي. منهنجي
لاءِ هستيءَ جو هر پهلو ناگوار، زندگيءَ جو هر مقصد
ڏهڪاءُ انگيز. روح جو هر لطيف راز، هولناڪ
بڻجي پيو هو. اهو نور، جنهن مون کي دنيا جي
حسن ۽ ڪائنات جي مسرتن کان دوچار ڪيو هو،
سو هاڻي آڳ ۾ تبديل ٿي، منهنجي ٻي پناه شعلن
سان، منهنجي دل کي جلائيندو ۽ منهنجي روح کي
منهنجي دوزخن جي اوت ۾ روپوش ڪندو رهيو
ٿي. اهو نغمو، جو ڪائنات جي تمام آوازن کي پاڻ
۾ جذب ڪري. منهنجي لاءِ هڪ مقدس راڳ پيدا
ڪندو هو، سو هاڻي هڪ بي معنيٰ شور ۽ غل ۾
تبديل ٿي، شيطانن جي ڪچڪار کان وڌيڪ غضبناڪ،
۽ دوزخ جي دانهن کان وڌيڪ خوفناڪ بڻجي پيو.

آخرين منهنجي ٿي ڪمري ۾ بي جان بڻجي
بستري تي پيو هوس، منهنجو حال ان پکيءَ
جهڙو هو، جو ڪنهن شڪاريءَ جو تيرکائي- چوديواري
۾ اچي ڪري، ۽ تير ان جي گردن ۾ ئي چڀندو
رهي. سارو وقت خوفناڪ بيداري ۽ پريشان خوابي

۾ ڳل ۽ ڳلو منهنجو روح شهيدا جي ياد ۾ اڙندو رهيو، ۽ انهن جي معصوم ۽ مظلوم صورت، هر وقت منهنجي اکين اڳيان ڦرندي رهي.

عورت جي دل، زماني سان ڪڏهن بدلجي ٿي ۽ نه موسم سان، عورت جي دل، مدت مديد تائين هڪ سر هموار رهي ٿي، ليڪن مري ٿي، عورت جي دل ان سبز درخت جي مثال، آهي، جنهن کي ويڪي ان جي ٽارين کي ساڙي ڇڏجي، ۽ پاڙن کي ڪڍي ڇڏجي ته به اوري سيلاب اي وڃي ڦٽي پوي، هو مون کي ضرور ياد ڪندي هوندي، آئون ته هن کي هرگز وساري ڪونه سگهان. پرديسي برابر مسافر آهي. جو صبح جو ايندو ته شام جو ويندو هليو، ليڪن ان جي محبت مسافر ناهي، هو هميشه دل ۾ مقيم ۽ موجود رهي ٿي، هوءَ وئي هلي، ليڪن هن جي محبت وڃي نٿي سگهي. ڇا هن جي محبت ڪو خواب ته ڪونهي. جو ننڊ ۾ هجي ۽ جاڳڻ وقت وڃي هليو يا هن جي محبت شرابي نشو ته ڪونهي جو مدهوشي ۾ هجي، ۽ هوش وقت هليو وڃي، نه! نه!! هن جي محبت روح ۽ روح آهي. ڇا سدائين منهنجي جان ۽ جسم ۾ روان آهي ۽ روان رهندي. هن جي محبت جو خمار، خواب، خواه بيداري ۾ ساڳي نموني ۾ قائم رهي ٿو.

ٽي ڏينهن لڳو لڳ ان ساڳي بستري تي، ساڳي
حالت ۾ پيو هوس. چوطرف ڪاغذ ۽ قاصد هلائي رهيو
هئس،، شهلا جو پتو ڪو نه پيو، ليڪن ڏهن ڏينهن
کان پوءِ هڪ طرح کان. هڪ چٺي آئي. لکيل
اهي خبر ڏني ته ”هڪ ويران جهنگل ۾ هڪ جي
جهونپڙي ڏسڻ ۾ آئي آهي. آئون ٻه ڏينهن اورا
ان جهنگل ۾ رهي ويس ۽ شهلا جي جهونپڙي ڳولي
ورتي لڌم.

”شهلا،، هڪڙي ٽڪل چوٽائي تي ويٺي ڪاراڻ
تي مٿو رکيو ستي پئي هئي. سندس بلوري بدن ڳري
هڏن جي موڙي بڻجي پيو هو. سندس ڪول ڪول
ڪراڻ تان گوشت رڙهي ويو هو. سندس آخر ان دم
جو آواز ٻاهران ئي ٻڌڻ ۾ پئي آيو. سندس والد
سندس سهرالديءَ کان دوئي رهيو هو. ۽ سندس
ماءُ سندس پاسي کان ڳوڙها ڳاڙي ڪمس وچٽو هٽي
رهي هئي. سندن جهونپڙيءَ جي مٿان خوفناڪ ساڻ
مسلط ٿي رهيو هو. جهنگل جي دراز درختن جي
چرپر بند، ۽ هوا جي لهرن جا نغمه مدهم ٿي رهيا
هئا. مون بي ساخته ٻڌوڙي شهلا جي اڳماليءَ ڪي
وڃي چمي ڏني ۽ هن جو مٿو ڪٽي پنهن جي ڪرڏ
۾ رکيم. هن جا سرد هٿڙ. ٻنهي هٿن ۾ جهلي مون
هن سان ڳالهايو .

” پياري! شهدا!! اکيون کول ڏس آئون اڃا آهيان جيئرو... پياري!! تون ڳالهاءِ!! منهن جي بي وفا سان ڳالهاءِ! شهدا! اکيون کول! نه آئون جيئرو پيارڙون اکيون ڏسان! شهدا! تورڙا چپ چور نه آئون جيئرو رهندو ڳالهائڻ بدران- ڳالهاءِ! پياري... ڏاهي! منهنجي شهدا! ڳالهاءِ. شهدا! شهدا! ڳالهاءِ!!......

هن اکيون کوليون. هن جي اکين مان بي اختيار ڳوڙها ڳڙي پيا. هن جي اکين جي چمڪ ڏسي آئون ڏکڻ لڳس! هن جي چهري تي جوش ۽ جلال جي سرخي دوڙڻ لڳي. هن پنهنجون ٻانهون منهن جي گردن ۾ حمائل ڪري ڪر موڙيو. مون هن جي پيشاني کي چمي ڏني. جنهن چمي منهن جي جسم ۾ احساس زندگيءَ کي بيدار ۽ روح جي مخفي اسرارن کي منڪشف ڪيو. مون وري ساڻس ڳالهايو! ”شهدا! شهدا! اکيون کول! تون ڪجهه ڳالهاءِ! ڏس آئون تنهن جي لاءِ ڪوڙا آيو آهيان! شهدا! تون غم نه ڪر شهدا آئون تنهن جو ٿيڻ آيو آهيان. تون روءِ نه! نه رو ڏاهي ٿي. شهدا! پياري ڳالهاءِ! ڳالهاءِ! شهدا! شهدا! (مون کان نه روئڻ نڪري ويو)

”ڳالهايان! (هن منهنجا ڏڪندڙ چپ چوري بلڪل جهيڻي آواز ۾ چيو) ڇا ڳالهايان! منهنجي ڳالهائڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ منهنجي ضعف ۽ نحيف

حالت ۾ ڪي سڀ ڪجهه پڌائي رهي آهي. اون ڏس
منهنجي مصوبت رده عالت ڏس. منهنجو هي بي
بهچ ۽ لاغر بدن ۽ منهنجي دل جي ... درد......
جو دليل آهي ... آيو آهي ... موت ... جي غار ۾
آخر ٻين - ڏڪو ڏيڻ هاڻي ضرور موت کي اچڻ گهرجي
مون ته موت سان ضد ڪيو هو ته جيستين نه ايندو
تيستين ڪاله مرندس. اڄ نه مون کي ضرور مرڻو آهي
آئون مرندس. ضرور مرندس. هي مڪر ۽ فريب
۽ دغا سان ڀريل دنيا کي ڇڏي هاڻي ضرور مرندس
هن ناپاڪ زندگيءَ جو دورو اڄي ختم ٿيو آهي.
هاڻي محبت ۽ پاڪيزگيءَ جي زندگي بسر ڪرڻ جي
لاءِ پاڪ دنيا ۾ وڃان ٿي. ان دنيا ۾ جتي - شيطان
جي مڪر و فريب ۽ خودغرض دردن جي حملي جو
ڪوبه انديشو ناهي. مان هاڻي زندگيءَ جي هولناڪ
۽ پيچيده پيچرن ۽ لق و دق ميدان کي ڇڏي. ان
سر سبز ۽ شاداب واديءَ ڏانهن ويندس جنهنجي راه
۾ ڪابه اَڙڪ ۽ ڪوبه ڪنڊو ڪونهي. ڪٿان حرو
نفس. هاڻي محبت جي نشي سان پورو پورو مست
آهي. مون کي هاڻي سمجهه ڏيو منهنجو. روح گردش
ليل و نهار کان هاڻي سراب ٿي چڪو آهي. مون
کي هاڻي لحد جي آغوش ۾ سمهڻ ڏيو. منهنجون اکيون
اوجاڳن اڌ ٻون ڪري ڇڏيون آهن. مون کي ڇڏيو

تہ هاڻي اکيون پوري آرام ڪريان. منهنجا ڪن سُرلا ڪريو. پڙو!... منهنجي تنزي سان ٽڪرائڻ ڪري ساه مان سرمديءَ جو سُر پڙو... پڙو...!

پيارا! تون خوش رهه، خدا توکي هميشه خوش رکندو، منهنجا سلام... ڇيج اِن خوش نصيب کي — جا ٽنهنجي ونيته حيات بڻي آهي. تون هاڻي منهن جي مٿي ڪان سرد سرد آهون ڀرڻ ڇڏي ڏي – ڀر باڻ منهن جي نازڪ آڱرين سان منهن جي دل جي تارن کي ڇهڙي اُن سان خوشيءَ جو سُر ملاءِ - منهن جي ماتم لاءِ ڪو بہ سياه ڪپڙا نہ ڪري - پر مون ئي وانگي سفيد لباس زيب تن ڪري - منهن جي بوسيده هڏن کي ڪيهن واديءَ ڏانهن وهائي. ڇڏي منهن جي قبر کي ڏوا ڪماد و بہ ڪجو. تان تہ راحت جون جملي اولڏاهيون - سولائي سان مون وٽ وڃي سگهون. اي حسين و جميل موت. هاڻي اچ، تو بہ مون کي ڪافي مهلت ڏني آهي - اچ منهنجي آخرين آرزو بہ پوري ٿي. هاڻي اچ - دير نہ ڪر- مون کي تمام جلد وٺي هل ...

اي منهنجي خوابن کي سچو امين ڪي آباد ڪندڙ موت! آءُ - جلد آءُ - اچ منهنجي جان جو حقير هديہ قبول ڪر - اي منهن جا محبوب موت! خدا جي واسطي آءُ - هاڻي هڪ لحظ هڪ دم بہ دير نہ ڪر-

منهنجا مٺا موس. هائي اچ. اچي ... مون ... کي ڪلي - لڳائي — موت. موس! مون کي ... نه ڇڏ موس. مون برباد کي... پنهنجي آغوش ۾ ... جلد آباد ... ڪر. اچ ... اچ ... آه ... آ ... مو ... ت آه ... مو..........

شهدا. شهدا ... شهدا، پياري ... شهد ... شهدا پياري شهد... هن جو روح جسم عناصري کان جدا ٿي هوا ۾ پرواز ڪري ويو—






(١)

نه ! نه !! مون سان محبت ڪرڻ بيسود آهي ! آئون انهي قابل نه آهيان، ته ڪا مون سان محبت ڪري، وڃي - بلڪ ان جي لائق آهيان ته مون کي نفرت جي نگاهه سان ڏٺو وڃي، آئون هڪ اهڙي گناهه جي مجسم آهيان؛ جو شيطان به مون کان پناهه پيو گهري، آئون وڏي بي شرم ۽ بي حيا آهيان، مان پنهنجو منحوس منهن دنيا کي ڏيکارڻ جهڙي لائق نه آهيان، مان تمام دنيا جي بدڪارن کان هزار دفعا وڏي بدڪاره آهيان، منهنجي دامن حيات جو هڪ هڪ انچ اهڙن سياهه ڪارين سان ڀريو پيو آهي، جو سڀئي جهان جون ڪمبختيون پنهنجي گناهه جو اثر خيال ڪريان ٿي - آهه! منهنجي ناپاڪ زندگي ۽ گندو وجود! بعضي لوڪ مون سان محبت ڪرڻ گهري ٿو، شوقين مزاج مرد، مون سان رشتو جو

خيال ڪري، جنهن جي هوس وارِيءَ جو آلهو تهوئز
ڪري ٿو — بعضي مون کي راحت جان ۽ سرور
قلب سمجهي پڪاريو وڃي ٿو. بعضي بعضي مون
کي محبوبه - مه جبين، شيرين لب، نهڪ ناز، ملڪه
پري، حور جبين وغيره وغيره چئي سارايو وڃي
ٿو — ليڪن بيهوده! آئون سياه ڪار بدخطاوار
بدچال بي افعال - عصمت فروش ۽ معصيت آميز
آهيان ـــــ ليڪن افسوس نه سمجهو ته ان منهن جي
بدڪاريءَ جي ذميداري صرف مون تي عائد آهي؟
نه! نه!! مردسان ڪل پورو به قصور وار آهي، جنهن
منهنجي معصوم زندگيءَ کي ڦهڙو زهر آلود ڪيو
آهي ـــ اهو آهي هڪ ظالم، مڪار، دوکيباز ۽
بي وفا مرد ـــ جنهنجي تلاش ۾ نه ڄاڻان ته ڪيترا
سال آئون بيتابي، بيقراري، رڃ پٽن ۽ مصيبتن ۾ رلي
آهيان جنهن جي پٺيان لڳي مون پنهنجي
عمر جا عزيز سال غمن ۽ مصيبتن ۾ گذاريا آهن
جنهن جي ڪري مون پنهنجي خاندان جو
ننگ و ناموس ناس ڪئي - جنهنجي ڪوڙن ٺڪائن
۽ دوکي سان پر ٿل دلاسن تي لڳي مون پنهنجي
عزت برباد ڪري ڇاڙ کي برباد ڪيو، جنهن ظالم
سان سانگ لڳي مون پنهنجي والد کي مرڻ جي
غار ۾ ٽڪو ڏنو — جنهنجي ڪري باقي رهيل
عزيز واقربا جي اکين ۾ خار لڳس — اهو آهي منهنجي

زندگيءَ کان علاوه. هڪ ٻي به زندگي آهي. جنهن
۾ جسماني تلذذ سان گڏ روحاني انبساط به آهي.
مذهبي احڪامن جي مطابق هڪ مدت مديد تائين
مون سندس خدمت ڪئي. ۽ سندس جمال صورت
کي موزون سمجهيم. ۽ جيئن ته چئني طرفن کان
مون کي طوفان شباب احاطه ڪيو هو. تيئن مون کي
ڪڏهن محسوس ٿئي ته تارڪ الدنيا ٿي ڪري تمام
دنيا جي رنگ ۽ بوءِ کان پاڻ کي محروم رکڻ کا
حقيقي زندگي آهي. ٻار ها مون به سندس ايمان
اهڙا آلاپ آلاپيا. ته مون کي ٻنهي زندگيءَ جي
ميلاپ جي ضرورت آهي. ٻنهي هيئن تن تنها
زندگي بسر ڪرڻ بي سود آهي. جيئن مرد ٻنهي
جذبات کي اڳرو ڪرڻ لاءِ رفيقه حيات جي ڳولا ۾
رهي ٿو. تيئن عورت کي به ٻنهي رفيق جي
ضرورت آهي. ڪاش! جي مان ڪو مرد هجي ها
ته هن عمر تائين الاجي ڇا مان ڇا ڪري ڇڏيان ها.
ٻنهي ازدواجي زندگيءَ کان علاوه ڪيترن ڏارين
۽ تارڪدن محبوبن سان آشنائي ٿي وڃي ها.
ٻنهي عيش جو بستر روز ڏينهن گرم هجي ها.
دنيا مون کي شوقين مزاج مرد سڏي ها! جنهن
کي ٻڌايون ڪرڻان ها. تن ۾ مون کي ڏور به
عيب ڪونه لڳي ها، عيش و عشرت کي ٻنهجو

نظر سمجهان ها. مگر افسوس جو مان هڪ ڪگدام
عورت آهيان، مون کي پنهنجي زندگيءَ جي سائي
۽ ٿالي ونڊ جي به همت ڪانهي. هر اهڙي ڳالهه
ڇورڪ به منهنجي لاءِ وڏي ڏوڏو عيب آهي. مرد
جيڪي ڪي ڪري سو نظر ـــ مون لي ٿوري
ڪچڙ جوءِ وڏو عيب مڙهيو ويو. جيڪڏهن
مرد پنهنجي چاليءَ تي هٿ رکي ڪجهه سوچي ؟
زيچار ڪري ته مون پنهنجي زندگيءَ ڇا ڇا ڪيو
آهي؟ ته جيڪر معصوم عورت جي جذبات جي ڪهس
نوري نوري خبر پئجي وڃي، ۽ پوءِ جيڪر ڪهس
معلوم لڳي. ته آيا! جيڪي ڪي مون کي گهر جي ٿو
تنهنجي عورت کي به ضرورت آهي يا نه؟ هن قسم
جا آواز مون هزار بار پنهنجي والد جي گوش گذار
ڪيا. ليڪن سڀ دانهون ۽ آهون صدا بہ صحرا
زالگي رائگان ويون. هاءِ! منهنجي ڪاٿ آءٌ اوڏائي
ڏئي. منهنجي خدمت جو ڪوبه اعتراف نه ٿيو.
منهنجي ٻي قياس والد صاحب منهنجي ماجرا معلوم
ڪري ها. منهن جي غم ڪساري نه ڪئي ـــ نه نه
جيڪر هيئن التضالي عمر مون کي ترغيب معصيت
ڏني ها. نه هيءَ دنيا جي دلاويز رومانيت منهن
جي دعوت گناهه ڏيڄي ها، آءٌ منهنجو ستمگار ۽
افنا والد ـــ

(۳)

منهنجي مونس ۽ راحت جان ڏهيڻ جي شاديءَ کي اٽڪل ويهارو کن ڏينهن گذري ويا هئا. مگر اڄ منهنجو مالڪ هن سان ڏٺو هو. هو ڪي ڏينهن ۾ ڏهه دفعا مون وٽ ايندي ويندي هئي. مگر ڪ معلوم نه هن وقت ڪاڏي ۾ رهي ڪري ٿي. مون کي چوءِ ساري ڇڏيو هوائين.

اڄ صبح جو اڃا خوابگاهه کان ٻاهر نڪتس ٿي مس ڪ منهنجو بدن ڪنهنجي ٻاڪر ۾ اچي ويو. مون محسوس ڪيو اکين کي مهٽيندي ڏٺو ته ڏهيڻ جو ترف ونگ بدن. منهنجي بدن سان لڳو هو. سندس شوخ ۽ منسب نگاهن مان گذريل چند ايامن جي سرور ۽ عيش جو ۾ ڪيف افسانه چڪي رهيو هو منهن جون شرمايل نگاهون ڪيس ڏسي خود بخود هيٺ ٿي ويون. هن آهستي آهستي آغوش ۾ اٽڪيندي مون کي اٿڙو زور ڏنو جو سندس جواني جي اکين جون ٿي ڇهيون منهنجي گدار سيني ۾ محسوس ڪرڻ لڳس. هن پنهنجا مرجالي چپ منهنجي چپن سان ڇهڙائي چيو ته "مبروڪ"! هن چپن جوانيءَ جو معراج چوسيان.

"جوانيءَ جو معراج"

منهنجو سارو بدن شاخ حنا جي مثل لڏي
رهيو ۽ منهن جو باغ ان جي ڪرشمي کان
آزاد ڪري. ٻوڙي منهنجي آرامگاه ۾ کڙي اندران
دروازو بند ڪري پلنگ تي سمهي پيس
صندوق کڻي ۾ پنهنجي سوچ لڳس ته "جوانيءَ جو
محتاج ۽ واه کهڙو نه عمدو محتاج آهي. دنيا جي
محتاجن کان مٿو ۽ سڀني لذتن کان لذيذ تر محتاج آهي
جوانيءَ جو محتاج آهي. دنيا جي سڀني محتاجن سان
جڏهن منهنجو واسطو ڪيو آهي، پر جوانيءَ جو
محتاج، هي محتاج نه اڳي. مون نه ڏٺو آهي. محتاج
جواني ...... جو ...... محتاج —
دروازو کول دروازو ناراض ٿي منهن چاڙهيو ۽
ڏسندي دروازي تي هٿ هڻي ڇڏيو —

آئون دروازو کوليندي وري وڃي پلنگ تي ليٽي
پيس، هوءَ عاشقانه سوز نگاهن ۽ زاهد فريب ادائن
سان کمند کي لوڏيندي اندر آئي. سفيد سرخ ۽
چمڪيندڙ چهري تي جديد ترين انداز جو سينگار ۽ نفيس
ترين طرح جي آرائش هئي، عشوان شباب جو اوج
قيامت ۾ شوخي، زبان ۾ جادو، نيڻن ۾ سحرڪاري
تمام مون کي ورنهڪ مسحور ڪري ڇڏيو.
ضرور لو ته مون کي منهنجي ڪمزوري ڀانئي ڇڏيو
هو، هن ايندي ئي چيو "ها" مڃي لو ته مون ته اڄ

وري ڪٿون جادو سکيو آهي. مون پنهنجو منهن ان
جي آغوش ۾ رکندي چيو.

ڪهڙو جادو؟ فيروزه! هن مون سان گڏ سمهندي
چيو ”جوانيءَ جو معراج“ ڏهه! ڪهڙو معراج آهي؟
مون هن جي ڳل تي آهستي چماٽ هڻي چيو جوانيءَ
جو معراج، هن کلي مرڪي پنهنجي هٿن کڻي جهلي
ڏاڍو ڏٺو. فيروزه هي معراج مٺو، ماکيءَ کان مصريءَ
کان، نبات کان ۽ هر معراج کان مٺو آهي. مان توکي
ڪيئن سمجهائي سگهندس، ته اهو معراج ڪهڙو مٺو
آهي، ان معراج جي توکي هن وقت خبر نه پوندي.

پوءِ ڀلا ڪڏهن؟ مون چيو:-

شاديءَ بعد؟ هن کلي مون کي ڀاڪر وڌو! ۽
ڪتڪتائي ڪري مون کي کلائڻ لڳي. شاديءَ بعد!
مون شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪيو ۽ پنهنجي ڪسمپرسيءَ
تي اکين ۾ پاڻي تري آيو اسين ٻئي هم عمر هواسون
تنهن ڪري اسان کي ماءُ هڪ ٻئي وچ ۾ ڪا
تڪليف ڪانه ٿيندي هئي. سچ پڇ ته مون کي
ڏهه پهان ساعت به نه سرندي هئي، پر بدنا
هن کان وڌيڪ ٻي ڪانه ونڊر ڪانه هئي، هوءَ
جڏهن مون وٽ ايندي هئي ڪڏهن منهنجي دل
جي ڪوماڻل مکڙي ٽڙي پوندي هئي، نه نه منهن
جو اهڙو حال هوندو هو، جهڙو زندگيءَ جي مرڪوٽ

شيءِ کان مٿي وڃي اسلام جو، ڪڏهن هوءَ مون وٽ ايندي هئي ۽ ڪڏهن آءُ ان وٽ ويندي هيس، اهڙن حيلن جا ڏينهڙا بسر ٿيندا رهيا ٿي.

عيد جو مبارڪ ڏينهن قريب آهي، گهر گهر ۾ تياريون جون تياريون ٿي رهيون هيون. آخر عيد جو سعيد ڏينهن آيو: آءُ ان ئي حتي المقدور چڱي لباس ۾ ملبوس ٿي ڏٺيم، ڪي عيد مبارڪ جي ڏيڻ لاءِ آيس وٺس، دفعتاً منهنجي نظر هڪ نوجوان- رعنا سرو قد- ماه خدنگي تي پئي، جو بلڪل خوش پوش، خوش اطوار، سمر تن ۽ چرب زبان نظر پئي آيو- اکين ۾ جواني جي مستي ۽ چهري تي شباب نور نمايان هوس شايد ننڍي هوندي منهنجو به ڏٺل هو. ڏٺيم سان سنجيده گفتگو ڪري رهيو هو.

آءُ يڪدم پنهنجي نگاهن کي محجوب ڪري پوئتي هٽي ويس، "اڄ- اڄ فيروزه اڄ به هيءَ منهنجي مامي جو پٽ شفيق احمد آهي- عيد تي مون وٽ گهمڻ آيو آهي. ڏٺيم شفقانه لهجي ۾ سڏ ڪيو.

آءُ هڪ بت جي طرح خاموش ۽ بي حرڪت وڃي ڏٺيم جي پوسان ويٺس، هنن جي ساري گفتگو ٻڌندي رهيس، ڏٺيم کهڙوئي ڪجهه ٽوڪيو ٿي، آءُ به سندن قيل و قال ۾ شامل ٿيس- ليڪن مون هڪ به حرف نه ڪڇيو، ليڪن سري ملاقات ڪري

آئون واپس وريس. گهر ۾ آيس پر منهنجي دل ۾ اڄ هڪ نئون انقلاب پيدا ٿي ويو. شام جو وري هن وٽ ويس، ليڪن هن دفعي ٻه ٽي مهمان موجود هئا، جن مون کي اهڙو مشغول ڪيو، جو آئون زياده معلومات ڪري نه سگهيس. ساڻس اهڙيءَ طرح گفتگو ڪرڻ لڳس جو گويا ورهين کان وٽس ناطي ۾ واقف آهيون. شام جي وقت اسين ٽئي گڏجي سينيما ۾ وياسون، جنهن جي ڪري کيل هڪ دلچسپ رومان هو. عشق جو راز و نياز، بوس ۽ ڪنار جي چلولائي، اکين جا اشارا چپن جي مسڪراهٽ، رقاصن جو نچڪو عاشقن جا داد، عاشق جا فرياد ۽ معشوق جا ماڻ، واه! ڪمال جو اهڙو رومان هڪ نوجوان دوشيزه جي دل تي ڪهڙو اثر وجهندو. ان جي شرح جي ضرورت نٿي سمجهان. ليڪن اهڙو ضرور چوندس ته سينيمائي عشق ۽ محبت جو ٻري ۾ ٻرو سچو عشق سيکاريندڙ آهي. هن جي هر هڪ سين عشق ۽ هوس جو جوش پيدا ڪندڙ آهي. سينيمان ئي آهي جا هڪ معصوم دل کي ڏورا سياهيءَ جو داغ لڳائي ٿي، هن جو هر هڪ پردو بي حيائي ۽ بي شرميءَ سان ڀريل لڳي ٿو. ڪو به مرد ۽ ڪابه زال سينيما مان ٻهر گناه جي سبق سکڻ کان واپس نٿي وري، سينيما، هڪ اها چوربزاري آهي جتي هي آڙ ۾ ڪيئين گناه ڪما وڃن ٿا ۽ سينيما

جو هي ڳالهه بدمعاشي ۽ بي حيائيءَ جو اڏو آهي.
سينيما جي هر هڪ اڪائي جو ڪيترو حصو حياسوز
حرڪتن جو مجموعو ٿئي ٿو. سينيمائي آهه جا دل مان
ايمان ۽ اکين مان شرم ڪڍي ٿي، دنيا ۾ جيڪي
به بي حيائون ۽ بدمعاشيون ٿين ٿيون، تن جو مرڪز
سينيما آهي، سينيمائي فاحش دلين جي مطلب جو
ذريعو آهي. سينيما جا ڪارناما الهي ڪار، ڪيترو جن کي
ڏسڻ جي لاءِ لڙائن ۾ فخر ٿو ٿئي. سينيما جي ذريعي
نوجوانن ته ڪيترائي ڪئين عزت مندن جي عزتن کي
ڌاڙا لڳندا رهن ٿا. مطلب ته سينيما هو ندي پيا فاحش
اڏا دنيا لاءِ ٺهيا آهن، خدا جو قسم آهي اٿون ته سينيما
ڏسڻ ڏسندي اهڙي ته موهو ۽ مسحور ٿي وڃڻ جو
عالم ٿئي ٿو ڪُل جي هر وقت خود اٿون آهيان ۽
اٿون ئي رومان جي دلاويز دنيا ۾ داد عيش ڏيندي
لڳي رهان. محبوبون اکين ته برابر پردي ۾ هيرون
هر تصور هڪ اهڙيءَ بستيءَ ۾ وڃي پهچائو
جتي رڳو حسن ۽ عشق جو راز دنيا ۽ محبت جو
جلوو هجي. مگر او جتو محبوبو اهو سارو تصور
شڪست ۽ ريزه ريزه ٿي وڃي، ڏکر ته شفق جون
ٻئي پالهون محبوبي گلي کي گهيرو ڪري رهيون
آهن ۽ هن جا ڏڪندڙ هٿ محبوبي چاليءَ ڀاڻ
مٿن لڳندا رهن ٿا، اٿون هوش ۾ آيس، مون کي

واقعات کان اڳ جو آهه. جنهن ڪي انقلاب زمانو زياده نمايان ڪري ٿو.

هاءِ هيءَ منهنجي زندگي! ڇا منهنجي جي لاءِ هن وسيع ڪائنات ۾ ڪائي اهڙي فضا موجود ناهي جنهن ۾ سڪون ۽ راحت سان ساهه کڻي سگهان. ڇا ڪوبه اهڙو رستو ٿو سجهي جو هن گناهن جي دنيا کان ڪوهين دور وڃي ٿي تنها زندگي بسر ڪريان. آئون پنهنجو پاڻ ڪنهن ناپاڪ آغوش ۾ ڏيڻ ٿي گهران. مان پنهنجو جوانيءَ جو خزانو ڪنهن چور جي هٿان لٽائڻ ٿي گهران. مان پنهنجي خاندان جي ننگ ۽ ناموس خاڪ ۾ ملائڻ ٿي گهران. مان فاحش ۽ بدڪار نه ٿيندس. مان پاڻ کي اوليءَ ڪل ۾ نه ڪيرائيندس. مان هڪ مهيب غار جي ڪنڌي تي اچي بيٺي آهيان. هڪ ٽڪ، اڳتي وڌائڻ سان ان ۾ ڪرندس. ڪري پوس نه پوءِ نڪرڻ مشڪل ٿي پوندو. خدا را مون کي ڪو بچائي. آهي ڪو جو منهنجي دستگيري ڪري؟ مون کي جوانيءَ جا هزارين جذبا ڇڪي رهيا آهن. او ڏاڍا ڇوڪرا جنهن کي مذهب گناه چئو آهي "گناهن جي دنيا ۾ ويندس ڇا؟ ڇا پاڻ کي ملامت جي لائق بڻائيندس ڇا؟ ڇا پاڻ کي بدڪار ۽ بي حيا ۽ فاحش عورت نالو رکائيندس ڇا؟ نه نه. آئون بدڪار نه ٿيندس

يق منهنجي زاهد فريب ادائن کي حسرت ڀري
نگاهه سان ڏسي ٿو - منهن جي هر هڪ ناز تي ؟
معمولي عشوه تي هزار هزار جان سان نثار ٿئي ٿو -
ڪن اڃا ته منهنجي وجود ۾ ان جي لاءِ هڪ نفرت
حقارت جهڙو ناگوار جذبو جاڳي ٿو، اڃان ته آئون
ن جي هر هڪ التجاءَ کي بي رحميءَ سان ٺڪرائيو
ي جذبان - پر ڪيترو وقت اهڙن ڪندس - منهنجي
ڳي دل هن کي ياد ڪري ٿي - منهنجي دل ۾
ن جي پيار جو ناجائز جذبو جاڳي ٿو - شڪ ناهي ته
ڏهن نه ڪڏهن ان جي دلي ڪشش منهن جي
معصوم زندگي کي داغدار بڻائي ۽ معصيت آموزي
ڪار ۾ ڪامياب ٿئي .......... خواهش آهه ته
ڪر منهن جي ساڻس شادي ٿئي - آئون هن کي هو
ن کي گهري ٿو - ڪهڙي نه زندگي بهتر ٿئي
ي - پر اها نه منهنجي وس جي ڳالهه ڪانهي -
الد بزرگوار جي ڪن تي اهڙي ڳالهه وجهڻ،
ڪنهن قتيل دل تي لوڻ هارڻو آهي -
اها ڳالهه ڪڏهن نه، نه مڃيندو، اللو منهن
ي رحمن تي دوباره ٿراب هاريو ويندو - آه!
ڪ ۽ خوفناڪ زالمون، بارها منهن جي سياه
يءَ ۽ حرمان نصيبيءَ تي ماتم ڪندي گذري
ڻ - روشن صبح ۽ مسرور چاندنون هزار مرڳ

# اهم مسئلا عشبه جي دور جا ساط



منهنجي مظلوم حال تي مسڪرائڻي رهڻي واري
هر اڄا منهنجي، هن ويران زندگيءَ ۾ ڪو به تغير
نه ٿيو. آءُ ان الهيءَ خيال ۾ هڪ ڀيرو منهن جي ڪمري
۾ اڪيلو ڪري گذري لڳس. منهن جي ڪمري جي اڳ
واري دريءَ کان جهاڪي وڃي ٻاهر ڏٺم ته سامهون
رستي تي هن کي بيٺل ڏٺم. مون دري بند ڪئي
ڪلاڪ ڏيڍ کان پوءِ وري دري کولي ڏٺم ته اڃان
به هو بيٺو هو. اهڙيءَ طرح ڪيترائي دفعا دري
کوليم ۽ بند ڪيم مگر هن کي ساڳي حال ۾ بيٺل
ڏٺم ڏينهن گذري ويو منهن اولڏاهيءَ تي وئي هو
منهن جي دري ڏانهن ملتجي نگاهن سان ڏسندو
رهندو هو — واهه ته هلندو هو منهن جي دل ۾ گهٽتائون
جو هڪ وڏو محشر برپا ڪري ويو. منهن جي
طبيعت ۾ وري هڪ انقلاب پيدا ٿيو. جذبات
۽ خيالات جي شورش ۽ هنگامه آرائي. منهن جي
دل ۽ دماغ جي سڪون کي زير و زبر ڪري
ڇڏيو. ان جي مايوس ادائن مون تي
اهڙو جادو هاڻي ڇڏيو جو منهن جي دل
بي اختيار ان جي لاءِ ماهي بي آب مثل تڙپڻ لڳس
مون سامهون بيٺل ڪتاب ڪڍي پڙهو ته هن جي مطالع
سان ڪجهه دل کي هر پڙهڻ ليڪن ڪامياب نه ٿيس
جذبات ۽ خيالات جو جيڪو طوفان اٿيو سو هيٺ

آهي، آئون سحر زده جي طرح عالم ارواح حسن جي
تماشي ۾ گم آهيان، ڪل هين وري اهڙين محسوس
ٿي ڪريان ته هو هڪ اوچي ماڙيءَ جي آخرين
طبقي تي ويٺو آهي، آئون سامهون پنهنجي گهر ۾
ه بيٺل آهيان، هو مون کي هڪ ادائي دلنواز سان
مون کي سڏي رهي آهي، مون ولس پهچڻ جي
هر ممڪن ڪوشش ڪئي آهي، ليڪن آئون ڪنهن
طرح ڪامياب نه ٿي آهيان، بالآخر آئون ٿڪجي
هن جي ماڙيءَ جي هيٺان هڪ ڪوه جي ڪناري تي
اچي ويٺي آهيان، ليڪ هو آهستي آهستي لهي
اچي منهنجي پهلوءَ ۾ ويٺو آهي. اچانڪ ڪنهن جي
آواز تي هو ڇرڪ ڏيئي اٿي ٿو ۽ آئون ان ڪوه
جي ٽوئي ۾ ڪري پوان ٿي، اٿندي ۾ ڇرڪ ڀري
پلنگ تي اٿي ويٺس، موحش ٿي هيڏانهن هوڏانهن
نهارڻ لڳس منهنجو بدن ٽڙڪي رهيو هو، ڏٺم ته
آفتاب عالمتاب هاڻي پردي افق کان ٻاهر نڪرڻ تي
هو، باد سحر جا خنڪ اثر ۽ خوش خرام جهولڪا دم
عيسيٰ جي مثل جان نوازي ۽ حيات طرازي ڪندا
رهيا ٿي. طائران چمن جا مٺا مٺا گيت ۽ سريلا آواز
گوش گذار ٿي رهيا هئا. آئون آهسته آهسته ڪر
موڙيندي پنهنجي پلنگ تان اٿس ۽ مختصر نموني
آرائش ڪري پنهنجي ڪمري واري دري کولي

ويٺي رهيس، پاڻ کي ائين لڳو ڄڻ ته منهنجي جان ۾ جان
آئي. سامهون گهٽيءَ ۾ اچي بيهندو، ليڪن سج
مٿي چڙهندو آيو ۽ هو نه آيو. مون کي اندر ۾ اوچ
وچ لڳي وئي. آئون بلڪل بيتاب ٿي پيس، لاچار
گهر کان ٻاهر نڪري، شهر جي ٻاهرئين پاسي هڪ
چشمي ڏانهن هليس. چشمي جي پاڻيءَ جون ڇوليون
هڪ ٻئي سان لڳي هڪ ساعت ٻيو نغمو پيدا
ڪنديون رهيون ٿي. آفتاب جا زرين ڪرڻا شفاف
پاڻيءَ جي سطح تي طلائي ورق ڇنڊيندا رهيا ٿي
چشمي جي چوطرف جهنگلي ٻوٽن جا ننڍا ننڍا جهڳٽا
ڪنهن ڪوهستاني دوشيزه جي طرح سائون چادريون
پايون. دلڪش نظارو ڏيئي رهيا هئا. هي سادو
منظر ڪنهن چالاڪ دست ۽ استاد ڪامل صناع
جو شاهڪار معلوم ٿي رهيو هو. آئون ان منظر جميل
مان ڪسب ڪيف ۽ سرور جي ڪوشش ڪري رهي
هيس. پاڻيءَ جون هلڪيون لهرون پاڻ ۾
ڳراٽڙي پايو. هڪ ٻئي جي آغوش ۾ جذب ٿينديون
رهيون ٿي. مون دل ئي دل ۾ چيو ته شفيق جو
هر هڪ ۽ صبر و قرار حسن جي مدهوشيءَ ۾ سڪون ۽ بي
آرام دل ۾ اهڙيءَ طرح جذب ٿيندو رهي ٿو. مان پاڻيءَ
۾ پنهنجي منهن وجهي ڏسيءَ ۾ آهستي آهستي
جهولڪا ڏيڻ لڳس.

...ن تي رحم ڪر" ائين چئي هو رومال سان ڳوڙها اگهڻ لڳو".

آئون هڪ ٻئي جي لڳولي صاف ۽ ساڪت ويٺي رهيس. پر منهنجي دل ۾ ته جذبات ۽ خيالات جو طوفان تلاطم برپا ٿي ويو "تنهنجو ڇا خيال آهي؟" هن چيو.

"ڇا خيال؟ تون اڃا تائين منهنجي ماجرا معلوم ڪري سگهين آهين ڇا؟ ايترو ساده عقل." هن ڪجهه بيهودگيءَ سان چيو.

"مگر ڪجهه اڳ توهه جو نه خيال ڪجي" مون هن کي ڏاڍائي لهجي ۾ چيو.

"اڳ توهه جو خيال! ڇا محبت نه ڪو اڳ توهه جو خيال سوچيندي آهي ڇا؟" هن چيو.

"مگر تون مون کي ڪيترو نه گهرين؟" مون چيو.

"مان توکي دنيا جي هر چيز کان وڌيڪ ٿو گهران. توکان سواءِ منهنجي زندگي بيڪار آهي تون منهنجي جان جي جان آهين، مان منهنجي ساهه کان به هزار بار توکي وڌيڪ گهرندو آهيان، توکي منهنجي اکين جو نور ۽ دل جو سرور سمجهندو آهيان مون کي توسان اهڙي محبت آهي. جهڙي نه چڪور کي چنڊ سان، نه ڏاڙي کي مڇين سان آهي، منهن جي تمام دل تنهنجي ئي محبت سان لبريز آهي."

توکان سواءِ ٻيو سڀ ڪجهه آهي، جنهن ڏينهن کان
مون توکي ڏٺو آهي، تنهن ڏينهن کان وٺي دنيا جا
سڀئي حسين مون کي ڏٺو نظر اچي رهيا آهن، مان
هميشه توکي ڪاٺ جو پتلو نظر اچي رهيو آهيان.
مگر تنهنجي محبت جي ڪسوٽيءَ سان مون کـي
پرکي ڏس ته مان سون جو مجسم ثابت ٿيندس.
مان توسان نڀائيندس. آخري وقت تائين نڀائيندس
جيتري وقت تائين هن جسم ۾ جان هوندي — تون
منهنجي جسم جو ٻاجهو ڪري مون سمجهه، مان توکان
ڪنهن به حال ۾ جدا ٿي نه سگهندس، منهنجي وفائي
توکان بي وفائيءَ جو لفظ ئـي وساري ڇڏيندي.
دنيا ڇا به ڪري. ڪجهه به ٿئي. مگر مان تنهنجو ٿي
رهندس. آئون تنهنجي لاءِ سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ
جي لاءِ تيار آهيان، جيئن شمع کان سوجهرو ۽ سج
کان ڪرڻو. دوراءِ کان پولڊ جدا ٿي نه سگهندي.
تيئن آئون به توکان جدا ٿي نه سگهندس تون اهـو
چنڊ آهين جنهنجي مان روشني ٿـي رهندس تون
اهو ستار آهين جنهنجو مان آواز ٿي رهندس، مان
توسان ڪڏهين به بي وفائي نه ڪندس مون کي
تنهنجي الهيءَ زلف مکڙين جو قسم، مان توکي نه
وساريندس، نه آئون توسان بي وفائي ڪندس.
تنهنجي دل دوکيباريءَ کان صاف ۽ پاڪ آهي.

”ڏوکي ھي چالھو آھي شفيق! مون ھڪ وڻ جي اوٽ ۾ بيھي ڪنھس چيو-

ڪجهه به ناهي نمروزه! هن ڏورو مرڪي چيو ان مختصر جملي کي ادا ڪرڻ ۾ نه معلوم ڪيتري طاقت صرف ڪرڻي پئي مون کي سخت ارمان ٿيو منهنجي دل کي چوٽ لڳي وئي. ”تون چئو شفيق ...... منهنجي اکين ۾ ڳوڙهن جو سيلاب برپا ٿي ويو مون روئي ڏنو، آواز روڪجي ويو، نشتر هڻي ۽ وري مرهم رکڻ ڪان نٿائيجي!! نمروزه اهڙيءَ نه ڪجي، صورت حال جي نزاڪت کي مدنظر رکي اهڙي بي اختياري مناسب ناهي- ڪڏهين ڪڏهين ته ملندي وچ هن پنهنجي قلبي اذيت کي ڇپائيندي چيو

”ها ٻه ڏينها جي گرم جهولي جو به ته خيال ڪيو ...... مون لِٽي آواز ۾ چيو-“

”محبت وارن کي گرم جهولو ڇا ڪندو؟ هن اشتياق سان نهاريندي چيو-

پس آئون ٻن درياهن جي وچ ۾ اچي وڃي غوطا کائيندي کائيندي مون هن کي چيو ته ”شفيق تون ارمان نه ڪر- ناڻي کي خوش رک، مان تنهنجي آهيان، هر ٻئي چوٿين ايتري پريشاني ۾ ناڻي کي مبتلا ڪيو ته مان تو سان سُکيو ملاقات ڪندي رهنديس- اهڙي طرح هن کي دلبري ۽ دلاسو ڏئي

بلڪل خاموش مجسم محبت معلوم ٿي رهيو هو،
آئون به از خود رفته ٿي ويس. هن پنهنجون اکيون
منهنجي اکين سان ملايون، واه! ڇا ٻڌايان ته ان جي
اکين ۾ ان وقت ڇا ڇا هو؟ شباب جو ڇلڪيل ساغر
هو. حسن جو تسخير ڪن سحر هو، جذبات جو پرجوش
دريا هو، آئون سراپا چشم شوق ٿي ڏسندي رهيس،
پرواري چشمي جي ڇولين جو ولوله خيز نغمو. جنگل
جو دلڪش نظارو. پر فضا مقام. خوش ربا سمان.
نوري نوري چانڊوڪي رات، شفيق جي موجودگي.
آئون از خود رفتگيءَ جي عالم ۾ نه معلوم ڪيتري دير
کي، ڪڏهن پنهنجي شفيق کي ڏسندي رهيس.
مون پنهنجون ٻانهون هن جي گردن ۾ حمائل ڪيون،
هن منهنجي پيشاني چمي. انتهائي ذوق کان ان
جو چهرو ارغواني ٿيڻ لڳو. مون کي بي خودي
طاري ٿيڻ لڳي. ساه رڪجڻ، هٿڙا ڏڪڻ لڳا صبر ۽ ضبط
جو رشتو وس کان نڪري ويو، زهد ۽ پرهيز جو
ساغر ڇلڪي پيو. محبت جي مستي قدري پوري ٿي.
رات باقي ڪا رهي هئي. اسين هڪ سرد آه ڀري
هڪ ٻئي کان جدا ٿياسون.
اهڙيءَ طرح انجام کان بي خبر، حالات کان بي
پرواه. دنيا جي تيز نگاهن جو به انديشو نه ڪندا
هئاسون. ٻئي عشق جو داد ڏيئي. هر ڪنهن رات

هڪ اهڙيءَ جاءِ تي وڃي ملندا هئاسون. جتي ڪنهن به اغيار جي حاسدانه نظر جو انديشو نه هوندو هو. فضا جي آزاديءَ ۾ ٻئي نوجوان. شباب جي جذبات سان مسرور هئاسون. ٻئي [illegible] ٻئي جي تسڪين جو باعث بڻيا هئاسون. وقت گهڙيءَ جي پرن جهڙن اڏامندو ويندو هو، جڏهن صبح جي روشنائيءَ جي جهلڪ نمودار ٿيندي هئي. تڏهن هڪ ٻئي کان جدا، ٿيندا هئاسون.

آئون سمجهندي هيس ته جوانيءَ جي محتاج مان جيترو به لطف وٺي سگهان اوترو وٺان هو به سمجهندو هو ته هن نوخيز ڪليءَ مان جيترو قدر خوشبوءِ سونگهي سگهان اوترو سونگهيان. اهڙي طرح هم جوش و خروش جي عالم ۾ ڪو وقت گذري ويو بهار جي موسم هئي. گلن جي مفرح خوشبوءِ هوا جي لهرن سان ملي مشام جان کي معطر ڪري رهي هئي، آسمان تي هلڪا هلڪا بادل نمودار ٿيندا رهيا ٿي، رات جا اٽڪل ۱۲ ڪن لڳا هئا. اسين انهام ڪمل جاءِ تي اچي موجود ٿياسون، خوشگوار فضا ڪسي نسي. ان رات اسين گهڻو اڳيرو نڪري وياسون. جلوه شباب هئي. ساقي هئي. مئي هئي ۽ جام هئي. ان وقت گناهه ۽ ثواب ايڪو ئي بدو آهي. اسين سمجهيو ٿي راز و

ليار ۽ مسرت - حال ۽ استقبال جي خبر کان بي خبر. آغاز محبت جو عملي طريقو شروع، جڏهن جي لطف الدولين کان ٻئي دنيا آخرت کي وساري غافل ٿي رهيا هئاسون. آسمان کي اسان جي محبت تي رشڪ اچي ويو، اوچتو ڪوڙ تي. ٻجلي چمڪي. ۽ درآ منهن. ان جي محبت کي تباهي جي لاءِ زور شور سان وسڻ لڳو. جهنگل جون ڪڏون ڪوپا. ۽ ٻرابون سڀ پاڻيءَ سان ڀرجي ويون مينهن جو پاڻي واديءَ سان ڪڙڪڙ ڪري وهڻ لڳو. سنسان فضا ۾ ڪوڙ ۽ گهمسان پيدا ٿي ويو، هن دردانگيز حالت کي ڏسي. اسان جو اکيون به مينهن سان گڏ وسڻ لڳيون. اسان جي محبت جو لمحو هڪ ئي جهلڪ سان ٽٽي پيو. ٻجلي اسان جي وصلي حالت تي کلي رهي هئي. ڪوڙ اسان جي حاسدن کي اڳاري رهي هئي برسات جو ٻوڙ. هڪ خوشيءَ جو باعث آهي. مگر هن برسات جي هر هڪ بوند باد جي. شعلي وانگي اسان کي ساڙي رهي هئي. هيءَ مينهن. اسان جي لاءِ ماتم جو مينهن هو، اسان کي چوطرف اونداهي اونداهه نظر اچي رهي هئي. فوروزه. قدرت جو قهر نازل ٿي رهيو آهي. عيش ۽ فرحت جون گهڙيون اڄ موڪلائي ويون هن ڏکندڙ آواز ۾ چيو.

هن جي گهر ۾ موجود هوندي. منهنجي ڳل آءِ
هڪ ٿڦڙ رسيد ٿي ويو، ...ق ي حماقت، بدڪار
چوري. چاهيندي اٿي منهنجي، باقي منهنجي ٻچڙن جو
ضرور هو. ڌڻيءَ جي گهر ۾. اسين هن ڪان اڳي.
ڌڻيءَ جو گهر - سڀو ٻاڙو. سڀي شهر جون گهٽيون.
ڳوليون. ٻاڙ ڪي برباد ۽ رسوا ڪري آيا. آهيون،
اسان کي معلوم ٿي ويو. ته ٻون ۽ شفيق ڪيهن
ٻاسي ويل هئا، چاڪاڻ ته هو ان هن وقت تائين
گهر ۾ موجود ڪونهي، منهنجو هڪ هٿ ٽنگ ۾
علاج ڪريان ٿو. منهنجي بيءَ چند -

آئون عالم استعجاب ۾ وائڙن وانگي ڪيتري دير
ڪري ويٺي هئس، منهنجي جسم جو خون خشڪ ٿي
ويو. دماغ چڪر کائي ويو، گذشته ايام جون سڀ
ڪارروايون، اکين جي اڳيان ڪنيون ٿيڻ لڳيون.
منهنجي مٿان مصيبتن جو ٻهاڙ ڪري پيو. منهنجو
دماغ مختل ۽ حواس باخته ٿي رهيا. آئون ٻيان
ڪيهن ڪجهه ٻڌڻ جي رهي. منهنجي پلنگ ٿي
ڪريس، پس ان وقت کان وٺي مون کي منهنجي
ڪمري کان ٻاهر نڪرڻ جي نه اجازت ڪانه هئي،
منهنجي مٿان ڪيترن چوڪيدار هر وقت چوڪي
ڪندا رهيا.

مري بي ڪسي ڪا عالم ڪوئي اس ڪي دل سي پوڇهي
ميري طرح لٽ گيا هو. جو بڇهڙ ڪي ڪاروان سي

هن جي ڪهڙي حالت ٿي ويا هئا ٿي، تنهنجي مون کي ڪا به خبر ڪانهي - مگر ايترو پڪ آهي ته هن کي زبردستيءَ شهر مان ڪڍيو ويو آهه. بس عيش ۽ آرام جو زمانو رنج و الم جي زماني سان مٽجي ويو، ڪلهه جون راتيون گذري ويون، روئڻ جا روز اچي ويا. آئون روئندي رهيس، مگر منهنجي روئڻ تي نه بندش نه ٻيهل هئي، منهنجي گلي کي گهوگهو ڏنو ويو، مگر مون کي اف ڪرڻ جي به اجازت ڪانه هئي. هن کان پوءِ ڇا ٿيندو تنهنجي مون کي ڪا به خبر ڪانه هئي، مگر ايترو ضرور چوندس ته مون کي منهنجو مستقبل اونداهو نظر اچي رهيو هو. اڄ مون کي منهنجي ماضيءَ جي ياد دل تي لڙي آئي آئون روئندي روئندي پنهنجي پلنگ تي ڪري پيس، اهي محبت ۽ موج وارا ڏينهن ياد ڪندي رهيس. هاءِ! ڪهڙي نه مزي واري صحبت هئي! ڪهڙو نه پر لطف زمانو. سمنڊس ياد دل تي نشتر جو ڪم ڪري رهي آهي. جڏهن عشق ۾ آئينده جي رنج الم جو ڪو به خيال نه هو. شمع شبستان سامهون روئندي زمان استقبال جي حسرتن کان آگاه ڪندي رهي ٿي. ليڪن آئون بي حس

رهيس. ۽ وائو ايندي ئي دامن شمع ۾ رقص بسمل
جو تماشو ڏيکاري. شهيدان وفا جي گنج ۾ وڃي شامل
ٿيندو هو. ۽ مون کي ڪو به خيال نه ٿيندو هو.
خبر ئي نه ٿيندي هئي ته غم ۽ حسرت ڇا هي؟ ۽
جدائي ۽ وڇوڙو ڪنهن کي ٿا چون. خواب غفلت
۾ ڪڏهن به محسوس نه ڪيم ته هن شب ڪاهش جو
صبح ڪو قيامت تائين ٿيندو — اي منهنجا شفيق ۽
رفيق ڪڏهن ڀلا پنهنجي پياري صورت به ڏيکاريندي
يا نه؟ مون کي نه پنهنجي سرواه جي نه خبر ڪا ا
هئي نه تون واعدو ڪري وٺي هليو. مون کي ته هي
به معلوم ناهي ته ڪڏهن وئين ۽ ڪيڏانهن وئين هاء
منهنجو هر آرزو پهرو اڄ ٿي رهيو.

اي منهنجي ڏکي دل! عشق واريءَ راحت ۾ تون
ڇو ٿي هئين نه، ته اڄ سڀ ارمان ڪافور ٿي ويا
ڪا به آرزو باقي ڪانهي. هوءَ جو اڄ تون آرزوئن
۽ ارمانن جي مرقع بڻجي پئي آهين. ڏس اڄ سوء
حسرت جي گلن جي ۾ شوق آغوش ۾ ڪجهه به
ناهي. هاءِ منهن جي آرزو......

هاڻي منهن جا والدين منهن جي شاديءَ جو آواز
لاڻ لڳا. منهن جو رشتو هڪ اهڙي جڳهه طرف
منسوب ڪرڻ لڳا. جو ڏٺا ٻڌو نه واقعي هو
ليڪن جيترو دنيا جو ڪرالو وڏس هو. ان ڪان زياده

ڪيو. آئون هڪ ڪمري ۾ نظر بند رکيو ويس.
منهنجي شادي ۾ باقي هفتو ڏيڍ کن هو — مون کي
ڏينهن واسطي روئڻ کانسواءِ ٻيو ڪم ڪونه هو.

( ۵ )

جان غم کا اب کہیں پورا نہ ہوجائے نظام
رونے والے تجھ کو ضبط لاکھ دل چاہئے

اڄ ڏهين کي مون ماڻهون موڪليو. هوءَ نه ڏجندي ڏجندي منهنجي ڪمري ۾ آئي. اڄ نه وري هنجي طبع اور ئي ڏسڻ ۾ آئي. دل ڀلائڻ جي بجاءِ منهن جي درد کي وڌيڪ ڏکائڻ جو باعث بني. ”هڪ ڳالهه توکان پڇان پيروره“ هن منهن جي مٿي تي هٿ گهمائي چيو.

”سمجهي سگهين ٿي“ مون پڇيس ۽ سان چيو

”اهو خطرناڪ ڪم جو تو شروع ڪيو آهي سو ڪڏهين ختم ٿيندو يا نه؟“ هن چيو.

”جنهن ڪم ۾ جان جي بازي لڳائي ويندي آهه. سو نه ڪڏهن ختم ٿي سگهي ٿو؟“

”— مگر ڇا اها مرد جي ڳالهه ناهي. ڪمزور ڪم لاءِ ٻين جو خيال ڪرڻ ڪمي. هن بزرگانه انداز ۾ چيو.

”هائو، مگر منهن جو دماغ مختل ۽ حواس پراڳنده ٿي رهيا آهن. توهه ڪهڙو خيال ڪريان.

ها! — ته هينئر توکي خبر آهي ته آئون ڊيوالڪي جي ڪهڙي منزل کي پهچي چڪي آهيان.“ مون چيو

”افسوس. توکي پنهنجي ناموس ۽ عزت جي به پرواهه ڪانهي. آخر هي معاملات... ڪهڙي معنيٰ رکندا.“ ائين چئي هوءَ ملامت آميز نگاهن سان مون ڏي نهارڻ لڳي.

”ليڪن اهو به تو غلط چيو ته اڙي چري! محبت واري کي عزت ۽ ناموس سان ڪهڙو واسطو! محبت واري کي دنيا جي معاملات جو ڪهڙو پروا؟

”ممروزه“! اهي سڀ اجايون ڳالهيون آهن! چري نه ٿي. تون هاڻي گناهه جي هڪ عميق غار جي ڪناري تي وڃي پهتي آهين. جيڪڏهن هاڻي هڪ قدم اڳتي کڻندينءَ ته تون ان جي هولناڪ گهراين ۾ هميشه جي لاءِ گم ٿي ويندينءَ. پنهنجي ڀلي ڪجهه سوچ. لڏهڻي روش نه مون کي ۽ منهنجي پيءُ کي به بدنام ڪري ڇڏيو آهي. مان نه پنهنجي ماءُ ڪان بدنام ٿي چڪي آهيان. هوڏانهن هن نالائق ڇوري ته سڀ ڪجهه ڇڏي ڏنو آهي. هن جي تعليم ۽ ترقي کي زبردست ڌڪ لڳي ويو آهي. هڏهي مائٽن جي به مون ٿي نگاهه آهي. شل هو نياڳر هجن ته اڄي ها. نه طرفن جي ڏاڍن ۾ ايڏو انقلاب پيدا ٿئي ها

خدارا ناٽڪ کـي سنڀال ناٽڪ کي هن پنهنجي تباهــي
کان بچاءِ!

”هي ڪهڙو ظلم آهي ڏهيس،“ جو تون بـه مون
کي ائين چئي رهي آهين؟

چو- مون کي چوڻ جو حق ناهي ڇا؟ شيروزه!

”ٽوڪي ان جي به خبر آهي ته آئون تباهيءَ جي
دنيا ۾ پهچي چڪي آهيان. مون کي منهنجي جذبات
تي ڪجهه به قابو حاصل ناهــي! منهنجي پاڪدامني
جو پلئو پسڻو هو سو پسي ويو، ۽ البته محبت گناه
ناهي، پر محبت کي گناه سان ڪهڙو تعلق؟ يا لفظ
ديگر ته هن دنيا ۾ اهو ڪم آهي- جنهن گناه نه ڪيو
هجي، اها ڪهڙي دل آهي جا نفساني آلــودگين
کان اڪثر پاڪ ۽ منزه هجي.

جي گناه منهنجا ڪهڙا ٿيا تان ٿيو ڪهڙو گناه
ڏوهه هنجو ڏس ڏنو اولاد کي آدم سڏي

( فيض )

”ڏهيس،“ منهنجي اقرار کي خاموش پڙدي چمو
”شيروزه“ تون ٿي چوين ته محبت!! ڇا اِن مان تنهن
جي اها مراد آهي ڇا ته تون ڪنهن ٻي مردي ٻنهن جي
اخلاق ۽ اعمال جو مرقع ۽ پنهنجي خيالات ۽ جذبات
جو آئينو بڻائين؟

"ها ٻڌڪ! بلڪ آئون انهن ڇوڪرن جي لاءِ به تيار آهيان- ته ان جي مقابلي ۾ آئون پنهنجي خيالات جي ڪاڻ حقيقت کي ڇڏي سگهي. ڪٿي هو ۽ ڪٿي مان "چه نسبت خاڪ را با عالم پاڪ" ليڪن تنهنجو هيءُ اعتماد سراسر غلط ۽ فضول آهي "نمروزه" توهان اها ڳالهه ياد رکجانءِ ته مرد کي پنهنجي جذبات تي قابو ناهي، هر ان صورت ۾ ته هو هوشياري بي ضبط ٿئي ٿو جڏهن ان جي خيالات جي فضا، جي سرشاريءَ سان اثر ٿئي ٿي. ذهين بلڪل لامحاله ٿمولي ۾ ڇيو.

"ذهين" ممڪن آهي جو تنهن جو هي استدلال درست ثابت ٿئي، مگر آئون ان ڳالهه تي ڪيئن يقين ڪريان، جڏهن منهن جو تجربو مون کي ٻيو سمجهائي رهيو آهي، مون چيو.

سو ته آئون به چوان ٿي ته مرد جي محبت ۾ وڏو ڏيکاءُ ٿيندو آهي، ذهين اڪيلو چيو"

"تنهن جو هي نرالو منطق" ته منهن جي سمجهه کان ٻاهر آهي، ذهين! ذرا سوچ ته سهي ته جڏهن هو ............

ليڪن آئون ڪجهه سوچڻ لڳي ڪهڙا هن منهن جي ڳالهه کي اڳ ۾ روڪيندي چيو.

نمروزه! ڏاهي ٿي تنهن جي ناهه ڇگو آهي ته

آءُون ان جي ياد دل مان ڪيئن ڪڍي ڇڏيان، هي ناممڪن آهي پيڻ! آءُون ان کي وساري نٿي سگهان. ڇو ته هيءَ منهنجي وس جي ڳالهه ناهي.........
هاءِ......... ان جي محبت منهنجي رڳ، رڳ ۾ سرايت ڪري رهي، آهي.........؟

دل کے رگ رگ میں ہے بیتاب محبت اس کی
ہو گئی کھ دو کہ میں اسے کس طرح بھلا دون

منهنجي پريشانيءَ، بيچارگيءَ ۽ ڪسمپرسيءَ تي منهنجي دل ڀرجي آئي - آءُون رئي جو الوُ منهن تي ڏئي ويٺي لڳس- اهڙي طرح جڏهين منهنجي دل جو بخار قدري گهٽ ٿيو- تڏهن هوءَ چوڻ لڳي؟

"تنهنجي اها وارفتگي ٺيڪ نه! ڏسـا... ته ڪهڙا ٿي ڳالهه ڪئي- اڙي مٺي چئو اهي ايتري قدر [illegible] ٿي آهن- ماٺ ڪري پنهنجي دل کي قابوءَ ۾ رک. "ها! پر مون ته لوڪي اڳيئي چيو ته منهنجو روح ۽ منهنجي دل، منهنجي قابوءَ کان اڳ ڪڏهن ئي ٻاهر نڪري چڪا آهن. جڏهن مون کي اِهو معلوم ٿيو آهي ته جيڪي منهنجي لاءِ پنهنجي قيمتي زندگي برباد ڪري ڇڏي آهي ۽ پنهنجي راحت ۽ آرام کي خيرباد چئي پنهنجي لمدائن کان بيزاري اختيار ڪئي الس تڏهن کان وٺي مون کي ، پنهنجيءَ دل تي مطلق اختيار نه رهيو- آءُون چوان ٿي ته جيڪڏهن هزار جا ٻيون

منهنجون هجن ته به ان ڏان تصدق ڪريان......
ڏهه بهاري!!
گهوريان هڪ هي سڄو آسمان سر هجن سؤ ته به
ڪريان صدقي
گهٽيون، گل ڦل، غنچا، ڪليون، گهوريان گهر گهر
اٿي ويٺي ،
(عوض)

تو سان الڪراه ڪندي مون کي شرم ايندو هو. مگر تو مون کي مجبور ڪيو آهي. تڏهن لاچار مون پنهنجي دل جي سچي حقيقت تنهنجي اڳيان پيش ڪئي آهي - مون ڏکويل تي چيو ,, سچ پچ فيروزه!! جڏهن آئون تنهنجي جاءِ تي هيان ها ته اهڙي خودسر و غدار دل کي سيني مان ڪڍي باهر اڇلائي ڇڏيان ها!! يا خدا باه ۾ جلائي مٽي کي ساڙي ڇڏيان ها!! خدا شل اهڙي بي مهار دل کان امن ۾ رکي!! ڏهه ,, جو شهلي آواز ۾ چيو ,,

,,مگر ادي منهنجي دل نه اهڙي باه جي بي رواه شعلن ۾ ڄلي رهي آهي - ٻو ۾ جلندي سڀ ڪهڙو چلايان - منهنجي شفيق ناصح! تون ڏاهي ٿي مون کي زيادو نه چو. مرڻ کي پنهنجي حال تي ڇڏ. مفت دماغ سوزي ۾ پنهنجو وقت ضايع نه ڪر.

نه سمجها عمر گذري اس بت ڪافر کو سمجها...

پڪڙي ڪري موڙ هو جالا اگر پتو ڪري سمجهيا.

اڙي مغرور!! هيءَ دنيا ڏوکي جي بستي ۽
پاپ جي ايڪڙي آهي. ان ڪري توکي وري وري ٿي
چوان ٿو ته تون سمجهه! اڄ دنيا ۾ سڀئي همدم بلڪل
ڪاڻا هي. اجائي يعني موهوم اميدن کي دل ۾ سانڍي
۽ غلط خيالات جي شڪار بڻجن. گذشته ياد ۽ عيش
جوانيءَ جي خيال ۾ دل کي تصور ڪندا ۽ سمجهن ڪي،
الغرض خانه ضد پاس نه پيا. ڏاهي ٿي پيا. ان موهوم
اميدن کي دل مان ڪيئي ڇڏ. هن سمجهاڻيءَ جي
تحويل ۾ چيو:-

اي ڏهمر!! تون ته وري وري ساڳي ڳالهه
چوندو رهين آهين!! آئون ڪيئن اهي خيال دل مان
ڪڍان. توکي چوان ٿي ته مون پنهنجي زندگي ۽
زندگيءَ جي تمام آرزو پنهنجي جواني ۽ جوانيءَ
جون سڀ تمنائون ان جي مٿان کهڻا نه ڏيهن اڳ قربان
ڪري ڇڏيون آهن. ايئن چوندي آئون غم ۽ الم جي
شدت کان بيخود ٿي ويس. هن وڏي پنهنجون
ٻانهون پنهنجي ڪلهي ۾ ورڪائون. "پيارا مغرور!! مون
کي معاف ڪر. مون سخت غلطي ڪئي پنهنجي
جذبات کي دکايو آهي. آئون ان حقيقت کان بلڪل
ناواقف هيس ها. ٻي مون بس ڪئي. تون ته ڏڪ
هن ابر جائيءَ جي تحويل مون کي چيو:-

رهي آهيان. منهنجو راز رکج. تون هن ڏانهن ڪيانو موڪل.

”ها بره“ هو هاڻ هٿ ڪين اچي سگهندو. مان هن کان اڳي ڪافي بدنام ٿي رهي آهيان. زياده مون کي رسوا نه ڪر. تنهنجو ڪو ڪم ڏهي ته آئون ان کي پورائي موڪليان. باقي هو هٿ اچي. مشڪل اچي سگهندو!!

”لڇمڻ“ تون رسوا ٿي. يا تنهنجو نالو بدنام ٿئي نه ايئن ڏي باقي ڪنهن به حال ۾ مخفي طرح مون سان ساڻس ملاقات ڪراءِ. هڪ دفعو منهنجو اهو ڪم ڪر. دنيا کي جهڪي ڪي چوڻو آهي سو چئي رهي آهي. پيو باقي ڇا آهي. يا ڇا رهيو آهي جو چوندي. تون دنيا جي ڪنهن به چوڻ چرا جو خيال نه رکج. مون چيو.

”چڱو پوءِ اهو ڪم آئون تنهنجو ڪريان ٿي. هن کي گهرائيندس. پر تنهنجي آهر مرضي ڇا آهي. منهن جي مرضي بلڪل سهڻي نموني جي آهي. تون ڪو به الديشو نه ڪر. منهنجي مرضي رک. تون اڄ هن کي گهراءِ ڏي. مون سان مخفي طرح هڪ دفعو ملاقات ڪري. سو اهڙو ڪري. مون کي هڪو انعام ڏئي پنهنجي گهر رواني ٿي.

منهنجي شاديءَ کي باقي ڪي ٻه ٽي ڏينهن اڃا
هئا. موسم بهار جو عالم شباب هو. يعني اهو زمانو
جنهن ۾ جوشش بارش کان زمين منهنجي سيني جا
تمام پوشيده خزانا سطح تي اهڙي طرح اڇلايا هئا
جو سندس ڪو ٻ حصو سبزيءَ کان خالي نظر نٿي
آيو. غنچن جون طاوس نمز هوائون، طائران چمن جا
دلاويز نغما - شبنم ۽ نسيم صبح جو دلڪش نظارو.
منهنجي دل جو پيمانہ صبر لبريز ٿي رهيو هو. ضبط
جي حد لنگهي چڪي هئي. منهنجي دل ۾ پيدا ٿيندڙ
انقلاب. ڪائنات جي هر ذري سوسائٽيءَ جي مرڪب
ڪل جملہ اصولن. حتيٰ ڪ ان تمام احڪام خداوندي
جي خلاف ٻ. جهاد ڪرڻ جي لاءِ معرڪ ٻڌي رهيو
هو. جي منهنجي جذبات قلب جي تسڪين ۾ سد راه
ثابت ٿي رهيا هئا. عبادت منهنجي نگاه ۾ هڪ اهڙو
گناه معلوم ٿيڻ لڳي. جنهن جي اصلاح ڪي سماوي
هدايات جي مردن ۾ اهڙي طرح چپايو ويو. جهڙي
طرح هڪ گرجا جو مقدس پادري منهنجي مسخ شده
هد، حال ڪي منهنجي. لمبي ڏاڙهيءَ سان پوشيده
ڪندو آهي. رات جا الڪل ٻه ٢ ڪري لڳا آهن، مون
کان سواءِ ٻي تمام دنيا منهنجي منهنجي بستري تي
محو خواب آهي. اوچتو منهنجي دريءَ تي آهستي
آهستي ٽڪ ٽڪ جو آواز ٿيڻ لڳو، مون يڪدم ڊوڙي

آهستي آهستي دري کولي ڏٺم ته شفيق هڪ سائي
چادر ۾ ويڙهيو پيو آهي مون کي ٻاهر اچڻ جي لاءِ
چيائين - آهستي آهستي وڏي دروازي کان ٽپي ٻاهر
آيس ۽ ايندي ئي بي اختيار ساڻس ملي ويس، اسان جي
ڀاس هڪ ٻوسي سان دهرهرهم ڪري چڏير عشق
۽ محبت جو کيل شروع ٿي ويو، چنڊ پنهنجي
چانڊوڪيءَ جهڙن ڪوٺن سان، مناظر قدرت جي حسن ۾
غير معمولي جا ذيبت پيدا ڪندو رهيو ٿي. مطلع
بلڪل صاف هو، ڪاه ڪاه هوا جو ن هلڪو ن، هلڪون
سرد لهرون جسم ۾ لرزش پيدا ڪندڙون رهيون ٿي
هن پنهنجي مرامش هٿن سان مون کي آغوش ۾ ورتو
آئون هن جي مخمور نگاهن کي ڏسندي ڏسندي بيهوش رهيس.

"فيروزه"! هن مٺهڙا هٿ پنهنجي ڏڪندڙ
هٿن ۾ جهلي چيو.

هن جو آواز ڏکي جهڪو ٿي ويو، سرد فضا
هوندي به ان جي اشعالي ۾ تپ پسمه اموادار ٿيو.

"شفيق" ها چئو تون چوماٽ ۾ آهين؟! مون چيو.

"آخر پنهنجي گهرائڻ جو سبب؟ هن چيو.

"ڇا تون معلوم ڪري نه سگهيو آهين؟ مون چيو-

"مان سمجهي سگهي چڪو آهيان، ڇا تون
سمجهي سگهڻ جي لاءِ تيار آهين؟ هن چيو "ها"
مان ان ۾ فخر ڪندس" مون روئي ڏنو، هن جي اکين

راتڙي منهنجي سينيءَ دل ۾ بيٺي سان گڏ خاموش سالمن ساٿين ڪري رهي هئي، انهيءَ مهل خاموشيءَ ۾ ڪنهن ستارن کي ڏسي ڪري اهئين پئي معلوم ٿيو ته تمام دنيا مسحود حالتيءَ ۾ جي اڳيان سر بسجود آهي، آسماني دولون مان نور قبوليت جا شعاع چمڪ چمڪ ڪري ڪائنات کي نواري رهيا هئا. اڄ اها رات هئي - جنهن ۾ هڪ دوشيزه ڪنهن جي پهاڙ ڪٽڻ جي انتظار ۾ بيٺي هئي. شو به مقرر وقت تي اچي ويو. هن کي ڏسندي ئي مون سڀ بدل سامان ڪٽي هن جي حوالي ڪيو. مون کي ڊپ ته اڄ هوان ڪري جيڪي ڪي مون هٿ آيو سو مون ٻانهن سان ڪنيو هو، راتو واه پيدل ڪندا ڪندا سنهين سنهين پيچرا ڪندا ۾ ريا جهنگل لتاڙيندا هڪ اهڙي هنڌ وڃي نڪتاسون جنهن کي شاهي محلاتون نه هيون. مگر جيڪي ڪي هو، سو منهنجي دل کي آرام ڏيندڙ هو. وڏن وڏن سرسبز جهنگلي درختن جون مسلسل قطارون ۽ انهن جي هيٺان ٿي سوراج جي ڪرڻن جون گلڪاريون، مطلب ته آئون هڪ نئين دنيا ۾ اچي پهتي هيس. گهوٽ نه وڏو هو نه ننڍو هو. ليڪن وچولو هو. انسان جو پاڙو ۽ هڪ وڻندڙ هو. ٻه ٽي ڏينهن نه رات جي اڄ وڃ ئي مون کي بيزار ڪري ڇڏيو. مگر آهستي آهستي انهن جي اچ وڃ پيري ٿي. مون کي سچي پاڙي ۾

هڪ نوجوان ڇوڪري ورندي هئي - جنهنجي جواني
هڪ جادوءَ جي افسون هئي - حسن ۾ چنڊ کي آفتاب
۽ چنڊ کي مهتاب هوس - ليڪن گفتگو ۾ انتهائي
سنجيدگي - اکين ۾ دوراندیشيءَ جي رونق - پيشانيءَ
تي فلسفيانه جهلڪ - لفظن ڪان وزن جون ۽ چولن
صياد جو دام وانگي ڦهلائيل - زاهد فريب ادائن جو
مرڪز - مطلب ته هن مون کي مسحور بنائي ڇڏيو -
ڏهيئه وانگي هن جو گهر ۽ منهنجي ماڙي ۾ هوندو
هو - ان ڪري اسان کي هڪ ٻئي وٽ اچڻ ۾
تڪليف ڪانه هوندي هئي - خدا جو شان جو ڏهيئه
وانگي هنئي به عزيز ساهيلي پيدا ٿي پئي - جنهن
پوئتي جو ساري ڏينهن مون ڪان وساري ڇڏي - بس
ڏهيئه وانگي هاڻ هن کي مون منهنجو مرڪز ورتو
بنايو - هن جو نالو "اختر بانو هو" ۽ اڪثر ڪري
هن کي اختر ڪري ڇوندا هئا -

قدر... جو سب ڪان وڌو انعام! ۽ دنيا جي
مسرتن ڪان سب ڪان وڏي مسرت هئي - اسين ٻئي
گڏ هئا - ون - ڇڏهن هو ڪمالين پاڻ ڏکڙندو هو -
تڏهن سڄو وقت ان جي خيال ۾ غرق رهندي
هيس - ڏهيئه جي امڊن جون مسرتون موجزن ٿي -
رکيون مستقبل کي منهنجي روبرو رواق نما ڪنديون
رهيون ٿي - ۽ سولهري خواب منهنجي روح کي

چانڊوڪي ويندا هئا - ڪامراڻي، محبت جا دلاويز تصورات امواج ڏکيس پنهنجي محبوب دل جي دريءَ تي محيط ٿي ويندا هئا - آئون محسوس ڪندي هيس ته آئون ۽ شفيق هٿ ۾ هٿ ڏئي هڪ اهڙي نگريءَ ۾ دنيا ۾ اچي رهيا آهيون - جتي ڪهڪشان جون رعنائيون اسان جي واٽ ۾ وڇايون پيون آهن ۽ ستارا اسان جي فرش تي چمڪي رهيا آهن. عجيب تصورات هو واقعي محبت جون زمانيون بي حد پياريون هونديون آهن - اسان جي هن دنيا ۾ رهڻ کي اڃا ڏهه مهينا ڪن ٿي ويا هئا - اڄ جيئن آئون پنهنجي خوابگاه ۾ ارد گرد ڏسي رهيس هيس - ائين مون کي هڪ لفافو اچي مليو - مون لفافو چاڪ ڪري پڙهڻ شروع ڪيو —

”پيارو زوجه“

اڄ آئون هميشه جي لاءِ توکان جدا ٿيان ٿو. تو مون کي ڪڏهن به نه ڇڏيو - مگر آئون اڄ توکي ڇڏيان ٿو - منهنجو سمورو صدقا صدمو، جو هرگز پنهنجي چڪو آهي - مون واقعي تنهنجي خدمت جو اعتراف نه ڪيو. تنهنجي جذبات جي پرواهه نه ڪئي - صرف عمر مون تنهنجي برباد ڪئي - ليڪن ان عرصي ۾ توهان جي آسائش جو سامان موجود ڪري نه سگهيس - آئون پنهنجي حياتي ختم ڪرڻ کان اڳي - توکي ان

چاهي ته هو ڪنهن به حالت ۾ باغ کي روڪي نٿو
سگهي - شمع کي ڏسي - پروانا پنهنجو پاڻ ان جي
آغوش ۾ ڏيڻ کان روڪي نٿو سگهي - باغبان جي
ڪيتري ئي بندش هوندي به بلبل گل مان واس وٺڻ
وڃي - باهه جي شعلن ۾ ڪپهه جو بچڻ محال آهي -
اجايل ۽ بيچارو ڪنهن شهر ۾ جهومي آئي بچڻ کان
بوهه - هائيءَ مست کان به ته بچيل مرد ڪٿي ڪهڙو
به ان هوشيار آهي - ليڪن دوشيزه جي هڪڙي نگاهه -
ان جي زهر کي اوڙڻ جي لاءِ ڪافي آهي - مئي
جو پيئڻ واقعي مذهب ۾ حرام آهي - ليڪن ڪا نازنين
پنهنجي هٿن سان پيالو ڀري ڏئي ته مجبوراً اهو پيئڻو
پوي ٿو - مان اهو جرم هن لاءِ به ڪڻ ٿو چاهيان -
هي سڀ پنهنجي محبت جي مجروح دل تي ڀاهي رکڻ
جي لاءِ ڪري رهيو آهيان — مان پنهنجي عمر جا ۾
ڏکا ڏهاڙا وڃائڻ نٿو گهران - ته ته جيڪر هن کان
اڳي سڀ ڪجهه ڪري ڇڏيان ها - اوهان ڪنهن به
حالت ۾ مون کان پڇي نه سگهو ها - مون کي هاڻي
پنهنجي گهر کان ٻاهر نڪرڻ جي جرئت نٿي ٿئي -
توکي خبر آهي ته دنيا ۾ منهنجي ڪيتري عزت
۽ وقار هو - مگر تو منهنجي عزت جو جنازو خاڪ
آلوده ڪري ڇڏيو - آءٌ اهڙي رسوائي برداشت
ڪري نٿو سگهان - مجبوراً آئون اهڙيءَ زندگيءَ

واپس. شفيق به اتي موجود هو، مون ڪالهه پڇيو ته
”اختر ڪٿي آهي، جنهن تي ڪاوڙجي پئي
ڪمري ۾ وڃي در ڏيئي سمهي رهي آهي.

”ڇا ڳالهه تي ڪاوڙي آهي؟“ مون پڇيو.

”هن جي اها عادت آهي!! هن ٿورو مرڪي چيو

”ها“ ته ٻڌ هن کي رسڻ جو موقعو ڇو ڏنو؟

”هوءَ جڏهن رسڻ تي ايندي آهي، تڏهن
بغير ڪنهن موقعي جي رسي پوندي آهي. مون
سندس نوڪرياڻيءَ کي چيو ته مٿي ۾ سور اٿس ان
ڪري سمهي پئي آهي. مون ان کي زياده تنگ ڪرڻ
نه گهريو ۽ ان جي مزيد انتظار بغير اسين پڻ گهر
هلياسون، ٻه ٽي قدم هلي، مون پٺيان نهاريو - ڏٺم
ته ”اختر“ در جو طاق کولي اسان کي پئي ڏسي
ان جي اها حرڪت ڏسي مون کي بي اختيار کل
نڪري وئي.

شام جو آئون وري سندس گهر ويس، هوءَ وري
به مٿي جي سور جو بهانو ڪري پلنگ تي ليٽي پئي
هئي- ”رکو ڪوڙا بهانا“ مون ان کي ويجهو اچي
چيو - پر هوءَ ڪجهه به ڪانه ڪڇي، مون سمجهيو ته
واقعي سندس مٿي ۾ سور آهي، ان ڪري ان جي
سرهاڻيءَ کان وٺي ان جي مٿي کي زور ڏنم
اختر مٿي ۾ سور ليءِ ڪيو آهي ”ڇڏ ادي، تون

اِتري تڪليف نه ڪر، مون کي هاڻي فرصت آهي
هو، منهنجي هٿ کي هٿائيندي چيو "جهٽ ۾ توکي
فرصت اچي وئي؟" "شايد آئون ڪا مسيح آهيان"
يا منهنجي هٿ ۾ ڪي ڪيڏا آهن جي توکي ڏکيا
ٿا لڳن، مون ڪجهه تيزيءَ مان چيو.

هوءَ ڪجهه مرڪي. مگر هن جي اهڙي مسڪراهٽ
هئي، ان ڪري آئون وري به هن جي مٺي کي زور
ڏيڻ لڳس، مگر هن وري به مون کي چيو ته آئون
مون کي زياده تنگ نه ڪر "ڦيروزه" مون کي زور
ٿا وٺن. مگر مون هن جي هٿ ۾ ته پڪڙي ان جي
مٺي کي زور ڏيندي رهيس، تان جو راس ٿي
وئي، آئون گهر آيس. "اڄ صبح جو آئون وري
ته ويس ويس. شفيق به اتي موجود هو، هوءَ طبيعت
درست هوندي به بستري تي ليٽي پئي هئي، "اڄ
ته اتي ٻاهر گهمڻ هلون اختره،" "ها ضرور آئون چاق
ته آهيان،" هن سمجهڻ کي ساڻ چيو:-

"تون ته رڳو مڪر پئي ڪرين، تون بيمار ناهين"
مون هن کي ٽوڪ ڏيندي ۾ چيو:-
"برابر مون مڪر ڪيو هوندو ضرور" هن ٽورو
ڪاوڙجي چيو.

مون کي شفيق اڳي ٻڌائي ڇڏيو هو ته اختره جي
طبيعت چڙڪ آهي، ان ڪري مون ان کي زياده

ديوار کي ڏسندي رهي ٿي، سندس وهاڻي کان
هڪ واچ رکي هئي مون ورتي هن کي ڇرڪائڻ جي
لاءِ شرارت سوجهي. "هاڻ هيءَ واچ نه موٽائي ڏي"
مون واچ ڪڍندي چيو "ڪٿ الهي ليا ڳي واچ کي""
هن مون ڏي ڏسڻ کان اڳ چيو.

"تون مون کي هيءَ ڏيڻي چاهين ٿي؟

"ها، ها، مون ڏني" هن خفي ٿي چيو.

"ليڪن تون ڪاوڙ نه ضرور ڪندين؟""

سو ڇو ڀلا؟ هن حيرت انگيز لهجي ۾ چيو"

"ان ڪري جو تو کان هيءَ قيمتي واچ ٿي
ڪسي نه؟ مون چيو.

قيمتي واچ ڇا؟ تو ته قيمتي زندگي ........
هن جي اکين ۾ ماڪ اچي ويو: هن جي زبان مان اهڙو
فقرو ٻڌي آئون حيران ٿي ويس، هن مون کي اهڙي
سخت ڳالهه چئي جو منهنجي دل کي سخت چوٽ
لڳي- آئون وائڙي ٿي ويس، آئون هن کي چوان
ٿي هن کان بهتر هن منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ روئي
ڏکوئيل آواز ۾ چيو تون مات ۾ ٿيو آهين مرور""
منهنجي پياري سهيلي مون کي معاف ڪر، بيماري
منهنجي طبيعت کي ههڙي ڇڙواڪ بنائي ڇڏيو
آهي، خبر ناهي ته ڇا ڇا ٿي بڪان، تون منهنجي
ڳالهه تي ڪو به ڌيان نه ڪر، ائين چئي هن روئي

"چڱي ڀلي!! آئون!! هن گورو مرڪي ڪاٺي
ماٺ ڪئي.

هاه! ان جي اها مسڪراهٽ هزارن ماڻهن
سان ڀريل هئي.

„ گون ابتري مايوس نه ٿي —— اختره ٻيهر
ڏٺي سگهوزي سان ڪا اميد لاهي. "مون چيو
"اميد... اڙڏٺي ...... !! هوءِ ونڊڪ ڳالهائي نه سگهي.
هيڏڙن اکيون ڀر جي آين. آئون اٿان اڱي گورو ڀري
لي وٺس. مون ڪي اختره کي ڏسڻ جي دوباره
همت لئي ٿي. ان ڪري ٿورو ٿرسي، آئون گهر
آيس - گهر اچڻ بعد - منهنجي اکين مڃو ڏهن جرطودان
موجزن هو - آئون منهنجي ڪمري ۾ خوب روئڻ
لڳس. روئان ڪهڙن نه؟ جڏهن منهنجي پياري سهڻي
موت جي اي ٽرس چمبي ۾ قاتل ڏسي آئي هئس—

شام جي وقت مون دل. ذاتي ڪري ولس وڃڻ جو
ارادو ڪيو. نه اوچتو سندس نوڪرياڻي روئندي
مون ڏالهن ايندي ڏٺم— ان کي ڏسي منهنجي دل
۾ ڏڪ ڏب شروع ٿي لڳي—

هيڏر پياري اختره ..........— " نوڪرياڻي
جملو پورو ڪري نه سگهي جرش اشڪ کان ان
جو آواز روڪجي ويو.

ها اختره ......——-؟ مون مشڪل لي اڇيو.

وڌيڪ لکڻ جي طاقت ناهي ـــ مون ۾ اُهو ولچ
نه ڏيان پيو رهيو، مان توکي هن مهل تائين به ياد
ڪندي رهان ٿي. تون ڪڏهن ڪڏهن منهنجي
قبر تي به ايندي ڪجهه آئون بدنصيب هاڻي هن
دغاباز دنيا مان وڃان ٿي ـــ تون اڄ ڪامياب
محبت آهين ـــ خدا سائين شل سدائين توکي خوش
رکي ـ خدا کي ٻر اميد......

دغاباز دنيا مان وڃڻ واري ـ اختره

خدا جو قسم جيڪڏهين ڪو خبر منهنجي سمجهه ۾
اچي ڪري ها ته به جيڪر ايترو درد نه لڳي
ها ـــ جيترو هن خط پڙهندي ٿيو ـ بس ! منهنجا
حواس باختا ٿي ويا ـ مون کي اهڙين معلوم ٿيڻ لڳو
ته گويا ڪو لوهه جو هٿوڙو منهنجي سيني ۾ ڪٽي
ويو آهي ـ منهنجو ساهه گهٽجڻ لڳو، مون وري خط
کولي پڙهيو ـ اهوئي ساڳيو مضمون ـ آئون ڪرسيءَ
تي مدهوش ٿي ڪري پيس ـ منهنجو سڄو جسم
پگهر ۾ شرابور ٿي ويو ـــ آه! مون هي ڇا ڪيو ـــ
منهنجي سهيليءَ جو ڳلو مون ئي پنهنجي هٿ سان
گهٽيو ـ ڪهڙو ظلم!! ڪهڙي نه بي رحمي!!! هاءِ
مون سندس اها محبت معلوم نه ڪئي، آئون پنهن
جي ئي محبت ۾ انڌي رهيس ـ اهڙي صاف ۽ روشن
ڳالهه به منهنجي ذهن ۾ نه آئي ـــ ويچاريءَ ڪيئن

نه پڙهيو نه توکان علاوه- ٻي ڪنهن معصوم سان به
آئون محبت ڪريان ٿو، ۽ منهنجي پيار جهڙن ڇپن
۾ اي نه هڪ چيز قابل آهي- منهنجي بدمعاشيءَ
جي چار ۾ ايما نه ڪي قابل آهن- تون نه چوندو هئين
ته دنيا ۾ توکان سواءِ نه ٻي ڪنهن سان منهنجي
محبت آهي نه ٻي ڪنهن جي مون سان - نه ٻيو هي
خون ڪيئن تو پنهنجي گردن ۾ ورتو—!!
”نه! نه!! تو مون کي گمراهه ڪيو- مون هي
خط پڙهيو- منهنجي اختره جي موت جو تون ئي
باعث آهين- مون کي عقل نه آيو. افسوس! آئون
تنهنجي محبت ۾ غرق هوس توئي ان ڏوهه جي
ڏوهي آهين،،- هو ٻيا ڪنهن دليل جي ٻڌڻ جي هوڏ
کي پوري ڪرڻ جي لاءِ اڳين چوندو رهيو—
”تنهنجو دماغ خراب ٿي ويو آهي شفيق،،! تنهن
جي دغاباري جي روش ٿان اڄ پردو کڄي ويو
آهي- تو جهڙي اسراف چور جي- چوري ايئن اڄ
ظاهر ٿي — منهنجي ايتري چوڻ تي هو غصي ۾ اچي
ٿي ويو- ۽ هڪدم الي پنهنجو پستول ۽ منهنجي ڪٺي
ٻاهر هلڻ لڳو،، خدا جي واسطي تون مون سان به.
اهڙو ظلم نه نه ڪر شفيق،، ”نه نه مان هاڻي هتي
رهي نٿو سگهان—،، هن پنهنجو هٿ منهنجي گرفت
کان ڇڏائي چيو، آئون ٻروڙي هن جي ٻانهن ٿي

ڪري ويس. مگر هن مهنجي هڪ به نه ٻڌي.
ڪري ويندو رهيو. مان شفيق! شفيق!! ڪندي
ٿڪ پوندي رهيس، ليڪن هن سڏ نه ڏنو. سالن جا
سال گذري ويا. ياد مگر نه ايندو. ليڪن هن کي ڏ
اهڙو هو — نه آيو — هاءِ منهنجي زندگي!! اڄ آءُ
هن دنيا جي زندگيءَ کان بلڪل بيزار آهيان. مان
ڏينهن ڳڻندي رهان ٿي. اڄ منهنجو ڪوبه ساٿي
۽ همدرد ڪونهي.

عورت هڪ معصوميت جو مجسمو آهي ——
ليڪن ان کي ذليل ۽ خوار ڪري خراب رستي
تي ڪير ٿو آڻي؟

هڪ بي وفا - مڪار - ظالم - مرد!

۽ موجوده معاشرو، سندس تهذيب، شرافت
وسري ٿي ۽ رلجي ٿي.

## ختم شد

شيخ عبدالرسول ايس. ايم (لکڙائي) فردوس
پرنٽنگ پريس حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو ۽
ميسرز محمد يوسف اينڊ برادرس، پبلشرس ۽ بوڪ سيلرس
هاٿي بازار حيدرآباد سنڌ مان پڌرو ٿيو



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

